لواري شريف ڪتابي سلسلو ١

# مقولات تصوف

(حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان رحم قدش سره'
جن جي ملفوظات مان مرتب ڪيل مقولا)

طرفان: صدر جماعت لوارکيا -
- شهيد -

مؤلف:
شيخ ميان ابراهيم ولد بيگ ساند

مترجم:
غلام حسين دايم

مرتب ڪندڙ:
عبدالڪريم ٽالپور
ايم. اي؛ ايم. ايڊ.

---

دفعو پهريون]                    [تعداد ٥ هزار
سال ١٣٩٢ هجري مطابق سال ١٩٧٢ عيسوي

هديہ: ادائي رهبا

شايع ڪندڙ:
انتظاميہ جماعت درگاه لواري شريف

---

ڇاپيندڙ:
سنڌ پرنٽنگ پريس، اڪال ٻونگا گهٽي، حيدرآباد سنڌ.

خُودي ڪڍي پاڻ سين، هتان جي هليا
سي لوڪ ڇڏيندي لَهُر جين عمري متحو ٿئا،
جي آب ٿئا، تہ لهريون سَڀ لباس ٿيون.
(حضرت خواجہ صاحبؒ)

جِتان ناهِ گُمان، تِتان ڪين ڪِهاءِ
يَهدي اللّٰه لِنُورِهِ مَن يَشاءُ، گُندر سڀ گيا
جيڏيون مون دعا ڪِجاءُ، تہ ڦيري ڦوڙائو نہ ٿئي
(حضرت خراجه صاحب)



روضہ حضرت سلطان الاولیا خواجہ محمّد زمان قدس سرہ
لواري شريف

# مهاڳ

موجوده دور ۾ اسان ”ماديت“ ۾ ايترو ته محو ٿي ويا آهيون، جو اسانجي توجه پٺي رخ ”روحانيت“ طرف بلڪل گهٽجي ويئي آهي. جنهنڪري هرطرف ”بي اطميناني“ ۽ ”قلبي سڪون جي ڪمي“ جي عام شڪايت ٿي پيئي آهي. ضرورت آهي ته اسان ”جسم“ سان گڏ ”روح“ طرف پڻ متوجه ٿيون. ڇو ته ”جسم“ فاني آهي ۽ ”روح“ باقي آهي؛ ”جسم“ مٽي جي پيدائش آهي، هن کي هڪ ڏينهن مٽي ۾ ملي وڃڻو آهي. ليڪن ”روح“ امر ربّي آهي. هن کي هميشه رهڻ لاءِ خلقيو ويو آهي. دين جي بزرگن، خدا جي دوستن هميشه اها پئي ڪوشش ڪئي آهي ته هي انسان، پنهنجي اصل کي سڃاڻي، محنت ۽ ڪوشش ڪري پنهنجي اصلي مقام ”اعليٰ عليين“ تي پهچي، انهي مقام تي پهچڻ لاءِ ضروري آهي ته اسان انهن ”پهتلن“ ۽ ”حق سان واصل ٿيل“ بزرگن جي حالات، سوانح عمرين، ارشادات ۽ هدايتن جو مطالعو ڪريون. ۽ انهن کي ساه وانگر سيني سان سانديون ته جيئن اسان جي روح کي تقويت ملي.

انهي خيال کي سامهون رکندي جماعت انواري شريف طرفان هڪ ڪميٽي ٺاهي ويئي آهي جنهنجو مقصد آهي ته ”حضرات

طريقي جي اصولن، دائرن ۽ امڪانن تي پڻ آندو ويو آهي ته جيئن انهي متعلق ڪجهه پروڙ پئجي سگهي. جيئن ته هي منهنجي ابتدائي ڪوشش آهي، تنهنڪري هن ۾ غلطين جو هجڻ ضروري آهي جنهنکي منهنجي ڪم علمي ۽ ناتجربيڪاري تصور ڪري در گذر ڪيو وڃي.

بپوش گر خطائے بيني،
کہ هيچ بشر خالی از خطائے نيست

هن ڪتاب جي تدوين ۽ ترتيب ۾ جن به صاحبن جو حصو آهي انهن جي شڪريه ادا ڪرڻ ان سواءِ رهي نٿو سگهجي جن ۾ خصوصاً پاڻ حضرت مرشد ڪريم جناب پير گل حسن صاحب صديقي جن نه صرف بنده جي هن ڪم ۾ همت افزائي فرمائي، بلڪ پنهنجو قيمتي وقت صرف ڪري پوري ڪتاب جو مطالعو فرمايائون ۽ ضروري جاين تي تصحيح ڪرڻ پڻ فرمايائون جنهن ڪري ڪتاب جي عظمت ۾ اضافو ٿيو. جناب حضرت ميان فيض محمد صاحب گادي نشين درگاه دهمائي شريف جن پڻ ڪتاب جي تصحيح ۾ حصو ورتو ۽ پنهنجن مفيد مشورن سان نوازيو. جناب قاضي محمداشرف صاحب ابتدا کان آخر تائين رهنمائي ڪئي جناب اختر زمان غوري قرآن پاڪ جي آيتن ۽ عربي مقولن جي سمجهاڻي لکي ڏيڻ ۾ مدد ڪئي. آئون انهن سڀني صاحبن جو شڪر گذار آهيان،

جيڪڏهن انهن صاحبن جي مدد شامل حال نہ هجي ها
تہ هي ڪتاب هوند اڃا قلمي حالت ۾ هجي ها.

والسلام

تاريخ ١٤ جماديالاول ١٣٩٢ هجري.
مطابق ٢٦ جون ١٩٧٢ عيسوي.

احقرالعباد
عبدالڪريم جان محمد ٽالپور
ليڪچرار ڪينٽونمينٽ ڪاليج
حيدرآباد سنڌ

# سڌاري پڙهندا

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ١ | ٩ | اولياءَ اللّٰه | ولي الله |
| ١ | ١٢ | لواري جلال | لواري جا لال |
| ٤ | ٢ | ابوالماسڪين | ابوالمساڪين |
| ١٢ | ٢٠ | شيخ سڌانوره | شيخ سڌاتوره |
| ١٦ | ١٥ | خضرت | حضرت |
| ١٨ | ٢ | سام | ساند |
| ٢٧ | ٢٣ | حرف | صرف |
| ٣٣ | ٢١ | ٿئي ، | ٿئي ٿو ، |
| ٣٩ | ٥ | رشحات عين الهديات | رشحات عين الحيات |
| ٣٩ | ١٠ | عروه الوثقيٰ | عروة الوثقيٰ |
| ٤١ | ١٦ | ۾ ئي ، | ۾ ٿي ، |
| ٤٥ | ١ | يارن | يارهن |
| ٤٩ | ١ | تجي افعالي | تجليٰ افعالي |
| ٥٤ | ٢١ | دگ | رگ |
| ٥٩ | ١٦ | ڪان مشغولي | ڪان پوءِ مشغولي |
| ٦٦ | ١٥ | پيچ پر هيچ | پيچ بر پيچ |
| ٦٧ | ٤ | قصد | قصو |
| ٧٢ | ١٩ | تو ماشد | تو باشد |
| ٧٩ | ٦ | شيطان ڪي ڏاڍو | شيطان ڪي ڏنوته هوڏاڍو |
| ٨٨ | ١٤ | انهن ڪي ڪن ٿا | انهن ڪي دعا ڪن ٿا |
| ٨٩ | ٤ | (٤٦) | (٤٢) |
| ٩٥ | ١٠ | حضرت ابراهيم رحه ازهم | حضرت ابراهيم ادهم رحه |
| ١٠٠ | ٣ | اهڙي طرح سان | اهڙي طرح اسان |
| ١٠٤ | ٣ | لطيفن جو مفهوم | لطيفن جي مفهوم |

# حضرت سلطان الاوليا خواجه محمد زمان قدس سره (١)

## ولادت:

حضرت محمد زمان ڪلان قدس سره، لواري جي سونهاري سٽ جا سردار، ٢١ تاريخ ماه رمضان المبارڪ سنه ١١٢٥ هجري مطابق ١٧١٣ع ۾ ڳوٺ لواري شريف ضلع حيدرآباد ۾ تولد ٿيا. سندن ولادت باسعادت جو هجري سن ابجد جي حساب سان قرآن مجيد جي آيت "اِنَّهٗ مِنْ عِبَادِنَا الْمُخْلَصِيْنَ ﴿﴾ (بيشڪ هو اسان جي مخلص ٻانهن مان آهي) مان نڪري ٿو. سندن ولادت باسعادت بابت ڪيترين ئي پيشنگوين ۽ روايتون محفوظ آهن. ڇاڪاڻ ته اها حقيقت آهي، ته جڏهن به ڪو اولياءَ الله

---

(١) حضرت خواجه صاحب جن جي زندگي جو احوال هيٺين ڪتابن مان ورتو ويو آهي:

١- لواري جا جلال: مؤلف ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي سنه ١٩٣٤ع.

٢- ابيات سنڌي: مترجم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه سنه ١٩٣٩ع.

٣- تذڪره صوفياءِ سنڌ (اردو) مؤلف اعجاز الحق قدوسي سال ١٩٥٨ع.

٤- لطف التحقيق في شرف نسب الصديق مؤلف سيد رفيق علي پشنگي ڪڇي ١١٢٢ هجري.

٥- رسالہ حقيقت اسلام لاهور (اردو).

پيدا ٿيڻ وارو هوندو آهي، تڏهن ڪن نيڪ ٻانهن کي ان جو اڳواٽ الهام ڪيو ويندو آهي. ساڳيءَ طرح حضرت خواجه صاحب جن جي پيدائش کان اڳ ڪيترن ئي بزرگن پيشنگوئيون ڪيون جن ۾ مخدوم آدم ٺٽوي رحه، شيخ فيض الله سرهندي رحه، شيخ ابوالقاسم رحه بن ابراهيم ۽ وتائي فقير رحه مجذوب جون ڪيل اڳڪٿيون مشهور آهن.

حضرت خواجه صاحب جو نامي گرامي نسب ٽيهين پيڙهي ۾ جناب حضرت ابوبڪر رضه، رسول الله صلي الله عليه وسلم جي وڏي يار ۽ پهرين خليفي سان وڃي ملي ٿو. جو هن طرح آهي: حضرت خواجه محمد زمان رحه بن شيخ حاجي عبداللطيف رحه بن شيخ طيب رحه، بن شيخ ابراهيم رحه بن شيخ عبدالواحد رحه بن شيخ عبداللطيف ڪلان رحه بن شيخ احمد رحه بن شيخ بقا رحه بن شيخ محمد رحه بن شيخ فقيرالله رحه بن شيخ عابد رحه بن شيخ عبدالله رحه بن شيخ طاؤس رحه بن شيخ علي رحه بن شيخ مصطفيٰ رحه بن شيخ مالڪ رحه بن محمد رحه بن ابي الحسن رحه بن محمد رحه بن طيار رحه بن عبدالباري رحه بن عزيز رحه بن فضل رحه بن اسحاق رحه بن ابراهيم رحه بن ابي بڪر رحه بن قائم رحه بن عتيق رحه بن محمد رحه بن عبدالرحمان رضه بن سيدنا حضرت ابوبڪر صديق رضه.

سندن ننڍپڻ متعلق ڪيتريون دلچسپ ۽ ايمان آموز روايتون موجود آهن. جن مان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ

ڇمندي ٿي چام هئا. هڪ ڏينهن ٻاهر، ٻارن سان راند ڪري رهيا هئا، ته هڪ درويش اچي اتان لنگهيو. حضرت جن کي جڏهن ڏٺائين، تڏهن ايترو ته متاثر ٿيو جو ڪيتري وقت تائين ڪين ڏسندو ٿي رهيو. تان جو اچي ٻنپهرن جو وقت ٿيو. حويلي مان هڪ ڇوڪريءَ ڪين سڏڻ لڳي. پاڻ راند ۾ ايترو ته مصروف هئا جو ڇوڪريءَ کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيائون. تنهن تي هوءَ حضرت جن کي وڏي آواز سان سڏڻ لڳي. درويش، ڇوڪري، کي هڪل ڪري چيو ته ”خبردار! متان ڪڏهن هن معصوم کي ڇيڙيو اٿئي اوهان سڀني کي سندس مرضي موجب هلڻ گهرجي، ڇو ته ڏيءَ ڪيس نوازيو آهي.“

## تعليم و تربيت:

حضرت جن ننڍپڻ ۾ پنهنجي والد شريف حضرت شيخ حاجي عبداللطيف نقشبندي جي نگراني ۾ قرآن شريف ختم ڪيو. تنهن کان پوءِ ظاهري علمن جي تحصيل لاءِ ٺٽي روانا ٿيا. جتي مخدوم محمد صادق نقشبندي جي مدرسي ۾ داخل ٿي عربي پڙهڻ شروع ڪيائون. مخدوم محمد صادق هڪ وڏو متبحر عالم هو. شاه عبداللطيف، ڀٽائي رحه جو ڪامل مريد هو، هتي حضرت جن جيءُ کي جفائون ڏيئي، راتيون جاڳي ٿوري عرصي ۾ شرعي علمن ۾ مهارت حاصل ڪري ورتي. پاڻ نهايت تيز فهم هوندا هئا، تنهنڪري هميشه پنهنجي همسبقن ۾ اڳيرو رهندا هئا.

## طريقت ۽ بيعت:

هر روز مدرسي ڏانهن ويندي کين حضرت خواجه ابوالمساڪين جي درگاه وٽان لنگهڻو پوندو هو. هڪ دفعي حضرت ابوالمساڪين کين ڏسي ورتو، پنهنجي اندروني اک ذريعي معلوم ڪيائين ته هي آهو ئي قطب الزمان آهي. جنهن جي باري ۾ سندس مرشد شيخ ابوالقاسم(۱) کين اشارو ڪيو هو. شيخ محمد سندن منهن جي مٺيا ڏسي خواهش ڪئي ته خواجه صاحب کي پنهنجو مريد ڪري طريقت ڏي ڇڪي وٺان. پر حضرت جن کي ظاهري علم جو ايڏو ته شوق هو جو طريقت تي ظاهر کي ترجيح ڏيئي

---

(۱) شيخ ابوالقاسم:- سندن اسم مبارڪ ابوالقاسم لقب نورالحق ولد درس ابراهيم هو. سنڌ ۾ نقشبندي طريقي کي رائج ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو هئائون، جنهنڪري کين ”نقشبندي صاحب“ به ڪري سڏيندا آهن. پاڻ شاهه سيف الدين سرهند جي دستِ حق پرست تي بيعت ڪيائون بيعت ڪرڻ کان پوءِ پاڻ واپس ٺٽي ۾ آيا جتي پنهنجي خانقاهه ۾ عام و خاص کي فيض پهچائڻ لڳا سندن وفات ۲ رجب شعبان سنه ۱۱۳۸ هجري ۾ ٿي سندن وفات جو سال هن بيت مان نڪري ٿو:

بسال وصل او هاتف بفرمود؛ ابوالقاسم سراسر نورِ حق بود.
۱۱۳۸ هجري

ڪجهه وقت لاءِ پاڻ کي پري رکيائون. تحصيل تمام ڪرڻ کان پوءِ وڏي شوق سان شيخ محمد رحہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. خواجه ابوالمساڪين به سندن روحاني ترقي ۾ نهايت دلچسپي ورتي. حضرت جن به پنهنجو پورو وقت مراقبي ۾ گذارڻ لڳا. ڇهن مهينن جي مختصر مدت اندر پاڻ سلوڪ جا سڀ مقامات طئي ڪري ورتائون. حضرت شيخ محمد ته حضرت جن کان ايتري قدر رضامند ٿيا جو کين طريقت جي تعليم جو اجازت نامو هٿ اکر لکي ڏنائون جو هن طرح آهي:

”ويقول الشيخ محمد: لما كان الاخ في الله محمد زمان سلك في سلك الارادة وصحب مع المسكين صحبة كثيرة اجزته بتعلم الطريقة و شرط الاجازه الاستقامة علي الشريعة والطريقة والسلام“.

(شيخ محمد ٿو چوي ته جيئن خدائي راه ۾ ڀاءُ محمد زمان مريدي راهه ۾ شامل ٿيو ۽ هن مسڪين جي صحبت ۾ گهڻو وقت گذاريائين. کيس طريقت جي تعليم جي اجازت ڏني، انهيءَ شرط سان ته شريعت ۽ طريقت تي قائم رهندو والسلام).

پوءِ پنهنجي دستار مبارڪ حضرت جن جي سر مبارڪ تي رکيائين، ۽ کيس پنهنجي مسند تي ويهاري، مريدن کي حڪم ڏنائين ته ”حضرت خواجه صاحب جي بيعت ڪريو ۽ جيڪو سندن بيعت نه ڪندو سو اسان جو مريد نه آهي.“ حضرت خواجه صاحب جن فرمائيندا هئا

۽ قديم مشائخن مان ڪنهن به اڄ تائين اهڙي قسم جي اجازت نه ڏني آهي جو پنهنجي زندگي ۾ هڪ مريد کي مسند تي ويهاري، پنهنجن مريدن کي اُن سان بيعت جي تلقين ڪري، ان کان پوءِ خواجه ابوالمساڪين، پنهنجي بيعت وٺڻ ڇڏي ڏني جيڪو به طلبگار ايندو هو تنهن کي حضرت جن ڏي رجوع ڪندا هئا.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ خواجه ابوالمساڪين حرمين شريف ڏي وڃڻ جو خيال ڪيو ۽ حضرت خواجه صاحب کي پنهنجي خانقاه ۾ ويهاري پاڻ حج لاءِ روانا ٿيا. جڏهن لاهري بندر تي پهتا. تڏهن هڪ قاصد ذريعي حضرت خواجه صاحب کي پاڻ وٽ گهرايائون؛ پر خواجه صاحب جن قاصد پهچڻ کان اڳ، بندر ڏي روانا تي چڪا هئا ۽ اچي پنهنجي مرشد سان مليا. شيخ محمد رحه، سندن اهڙو شوق ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. ڪين جيڪي هدايتون ۽ راز جون ڳالهيون ٻڌائڻيون هيون، سي ٻڌايائون ۽ حضرت جن کان موڪلائي، حج لاءِ روانه ٿياه ٻن سالن بعد حضرت ابوالمساڪين جن واپس ٺٽي آيا. جتي پاڻ فرمايائون ته 'هڪ ڏينهن جيئن ڪعبته الله ۾ ويٺا هئاسون، تيئن توهان ڏي توجه ڪئيسون ته معلوم ٿيو ته توهان کي ڪجهه طريقت جي سلسلي ۾ مشڪلاتون درپيش آهن ۽ خيال ڪيوسون ته شايد اوهان گهبرايو، تنهنڪري روبرو تلقين لاءِ هتي آيا آهيون." ان کان پوءِ حضرت ابوالمساڪين ڪجهه وقت ٺٽي ۾ رهيا پر پوءِ جلدي

هميشه لاءِ وڃي مڪي ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. جتان حضرت ڏي وقت بوقت خط و ڪتابت ڪندا رهندا هئا. روانگي وقت حضرت ابوالمساڪين، پنهنجي مخلصن کي وصيت ڪئي ته ”خواجه محمد زمان کي هر طرح راضي رکجو، ڇو ته جيستائين پاڻ هتي رهيل هوندا، تيستائين هن شهر کي ڪو به خطرو نه آهي، پر جيڪڏهن پاڻ ناراض ٿي ننو ڇڏي ويا ته توهان تي طرح طرح جون مصيبتون نازل ٿينديون.“

مرشد جي رخصت ٿيڻ کان پوءِ حضرت خواجه صاحب ڪجهه وقت ننڍي ۾ خانقاه تي رهيا ۽ گهڻن کي، پنهنجي فيض مان سيراب ڪيائون. سندن بيعت ڪندڙن ۾ ننڍي جو زبردست عالم ۽ فاضل مخدوم ضياءُالدين به هو. ليڪن مخدوم محمد هاشم جي حسد کان تنگ ٿي پاڻ ننڍي کي خيرآباد چئي، پنهنجي اصل وطن لواري ۾ اچي رهڻ لڳا. سندن وڃڻ کان پوءِ سگهو ئي نادر شاه سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ ننڍي جو شهر تباهه و نابود ٿي ويو. تحقيق حضرت ابوالمساڪين رح جي پيشنگوئي سچي ثابت ٿي.

## لنواري ۾ اقامت:

جنهن ڏينهن کان پاڻ لواري شريف تشريف آور ٿيا، انهيءَ ڏينهن کان وٺي سندن والد حضرت شيخ حاجي عبداللطيف پنهنجي مرشدي ڇڏي ڏني، جڏهن به ڪو ماڻهو وٽس

توجهه لاءِ ايندو هو تہ پاڻ ان کي خواجہ صاحب ڏي موڪليندا هئا.

هڪ روايت مطابق خود پاڻ بہ حضرت خواجہ صاحب کان توجہ ورتو هئائون انهيءَ دور ۾ ڏاکڻي درياءَ ڦٽي وڃڻ ڪري لواري جي آسپاس زمين ڪلراٺي ٿي پيئي ۽ کوهن جو پاڻي بہ کارو ٿي پيو. تنهنڪري، ماڻهن اتان لڏڻ شروع ڪيو. پاڻ بہ پنهنجي والد شريف جي وفات کان پوءِ سال کن پوءِ يعني ١١٥٠ ھہ مطابق ١٧٣٧ع ڏاري نئون شهر پدرائي اتي رهڻ لڳا. جنهن جو نالو پڻ لواري رکيائون ساڳئي سال سندن جلوس ٿيو. سندن جلوس جي تاريخ ابجد جي حساب سان قرآني آيت ”اِن هٰذا الا ملڪ ڪريم ٥ (نہ آهي هي، مگر هڪ ملڪ سڳورو) مان نڪري ٿي. لواري ۾ حضرت خواجہ صاحب جن پنهنجو گهڻو وقت ذڪر ۽ فڪر جي مشغولي ۾ گذاريندا هئا. سڄي سڄي رات مراقبي ۾ مستغرق رهندا هئا. اڪثر ڪري تهجد ۽ فجر جي نماز، عشا جي وضو سان ادا ڪندا هئا. هميشه مسافرن وانگر مسجد ۾ گذاريندا فقط شام جو گهر ويندا هئا، شيخي کي هڪ قيد وانگر سمجهندا هئا، اڪثر فرمائيندا هئا تہ آءٌ ڇا ڪريان“؟ جو مون کي تلقين ڪرڻ جو امر ٿيو آهي، ورنہ حق کان سواءِ هرگز ڪنهن ڏي نهاريان بہ نہ.“ سندن فيض جي خوشبوءِ ساري ملڪ ۾ پکڙجي ويئي. ۽ ڏهو جوق در جوق، فيض حاصل ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. چار پنج سؤ

ماڻهو ته هروقت سندن حلقي ۾ حاضر رهندا هئا، بعضي ته ٽي- چار هزار اچي گڏ ٿيندا هئا. سڀني کي سندن لنگر خاني مان ماني ملندي هئي. ڪيترن طالبن کي ته سندن منهن مبارڪ ڏسڻ سان ئي حق جو ذڪر حاصل ٿي ويندو هو. ڪيترائي ناقص، سندن نظر جي برڪت سان ڪمال جي مرتبي کي وڃي پهتا.

حضرت جن کان فيض حاصل ڪرڻ لاءِ وقت جا اهل الله به منتظر رهندا هئا انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ جي مشهور ۽ معروف اولياءَ ۽ شاعر حضرت عبداللطيف ڀٽائي رحه جي ملاقات، ادبي نقطہ نظر سان وڏي اهميت جي حامل آهي. مٿي ٻڌايو ويو آهي ته حضرت خواجه صاحب ظاهري علم جي تحصيل حضرت شاه صاحب رحه جي هڪ خاص مريد مخدوم محمد صادق رحه وٽ ڪئي. ڪهڙي نہ تعجب واري ڳالهه آهي جو شاه عبداللطيف رح جهڙو همه گير شاعر ۽ بزرگ، پنهنجي عمر جي آخري سالن ۾ پنهنجي مريد جي شاگرد وٽ زيارت لاءِ سفر ڪري اچي ٿو. هن واقعي مان حضرت خواجه صاحب جن جي منزلت ۽ عظمت واضع ٿئي ٿي. چيو وڃي ٿو ته هڪ دفعي شاه عبداللطيف ڀٽائي رحه، حضرت خواجه صاحب جن جي زيارت لاءِ لواري شريف آيو. جڏهن پاڻ حجري جي دروازي وٽ آيو. تڏهن هڪ خادم کي، اندر اچڻ جي اجازت وٺڻ لاءِ موڪليو. خادم وڃي خبر ڪئي. خواجه صاحب جن فرمايو ته ”شاه صاحب کي وڃي چئو ته

توهان ڪجهه وقت ترسو، اسان پاڻ توهان جي استقبال لاءِ ٻاهر اچون ٿا.“ شاه صاحب پڇيو ته ”پاڻ ڇا پيئي ڪيائون“؟ خادم عرض ڪيو ته ”پاڻ مراقبي ۾ مشغول هئا.“ شاه صاحب فرمايو ته انهيءَ مشغوليءَ مان ڪڏهن واندا ٿيندا، جو اسان ڏي توجهه ڪندا؟ ”اچو ته اندر هلون“. جڏهن شاه صاب وٽن آيا تڏهن هي بيت پڙهيائون.

سامي سفر هليا ڪو پروڙي پند؛
جن هيٺان ڪند؛ آءٌ نه جيئندي ان ري.

خواجه صاحب تنهن پٺ جواب ڏنو ته:

”ڪين آهين ڪين ٿئين، وڃي ڪين ڪماءِ،
لاڳاپا لوڪ جا ”لا“ سين سڀ لهراءِ،
سامي پوءِ سلنداءِ، ڳالهه پرين جي ڳجهه جي.“

انهيءَ تي شاه صاحب چيو ته:

”قلم وهي ويو ڪانه، سرتيون! ڪنهن سهاڳ لاءِ،
انگ اڳيئي لکيو، اُت نه پهچي ٻانهن،
ڪنهنکي ڏيان دانهن! ته پرين مان سين هي ڪيئو.“

خواجه صاحب وراڻيو ته:

ويهه وڃي تن وٽ قلم جنين جي هٿ ۾،
ميٽيؤ انگ اڳيون، واري ٻيو لکن،
پنو سو پاڙهن، جنهن مان پسين پرين کي.“

انهيءَ بيتن کان پوءِ شاه صاحب پڇيو ته ”فنا کان پوءِ به ڪو علم آهي؟“

پاڻ پڇيائون تہ ”فنا کان اڳ پلا ڇا آهي“؟ هي سخن ٻڌي شاهہ صاحب عرض ڪيو تہ ”ارادو اٿم تہ مريد ٿيان“ پاڻ جواب ڏنائون تہ سماع ۽ ڳائڻ اسان جي طريقت ۾ سواءِ ڪن مشروع موقعن جي، منع ٿيل بلڪ حرام آهي.“ تنهن تي شاه صاحب چيو تہ ساري ڄمار سماع ۽ سرود ۾ صرف ڪئي اٿم، هن وقت انهيءَ کي ترڪ ڪرڻ مون لاءِ محال آهي.“ پوءِ هڪڙي سان ڪجھ وقت رهاڻ ڪيائون. جڏهن شاه صاحب موڪلايو تڏهن ڪيس خليفت جي چادر ڏيکاريائون. چيو وڃي ٿو تہ شاه صاحب وفات وقت وصيت ڪئي تہ ”هيءَ چادر مون کي ڪفن ۾ ڏجو“ وفات وقت اها چادر ڪفن جي مٿان وڌائون ۽ دفن بعد وري سندن قبر مبارڪ تي پڙ ڪري چاڙهيائون زيارت ڪرڻ ڪان پوءِ شاه صاحب هميشه خواجہ صاحب جن جي شان ۾ هي بيت پڙهندا رهندا هئا.

”سي مون ڏٺا ماڻُ، جنهين ڏٺو پرين کي،
تنهين سندي ڪا، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي“

جڏهن سيد صاحب، موڪلائي روانو ٿيو تڏهن حضرت جن فرمايو تہ ”اسان جي صحبت اختيار ڪيائين. مگر همت نہ ٿيس جو اسان جي طريقت ۾ داخل ٿئي. جي ٿئي ها تہ اهڙي عميق ۾ غوطا ڏياريونس ها، جو وري پنهنجي نالي نشان جو بہ سماءُ ڪونہ پويس ها“ تنهن تي هڪ فقير شاه صاحب جي روحاني منزل بابت پڇا ڪئي. فرمايائون تہ ”هو بہ اوهان وانگر صاحبدل آهي،

پر صاحبدل ٽيڙ ڪا معمولي ڳالهه نه آهي، صاحبدل ٽيڙ لاءِ فنا کي اختيار ڪرڻو پوي ٿو. پوءِ فنا جي مفصل سمجهاڻي ڏيئي هي بيت پڙهيائون:

جيئن چتون کي خرزان، تيئن مون پاڙو سپرين،
هن وڃائي حان، مون نشاني نه اپي.

(خرزان هڪ ولايت آهي جتي چتون گذاري نٿو سگهي، بيت جو مطلب هي آهي ته جيئن چتون خرزان ۾ رهي نٿو سگهي. تيئن آءٌ به محبوب جي قرب کان سواءِ رهي نٿو سگهان.)

روايت آهي ته جيڪڏهن ڪو شخص توجه وٺي وري سالن کان پوءِ ايندو هو ته پاڻ هن کي هڪدم سڃاڻي وٺندا هئا. فرمائيندا هئا ته ”اسان جي اصحابن مان ڪيترائي حق ۾ حل ٿي ويا آهن، مگر انهن کي پنهنجي منزل ۽ مرتبي جي پوري ڄاڻ نه آهي“ اهڙن پهتل شخصن مان چاليهه ڄڻا ڪماليت جا صاحب هئا. جن مان هيٺيان بزرگ گهڻو مشهور آهن.

۱- شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحه ۲- حاجي ابو طالب اگهمي رحه ۳- شيخ محمد صالح رحه ۴- حافظ هدايت الله رحه ۵- شيخ حافظ طاهر رحه ۶- علي محمد مجذوب رحه ۷- شيخ شعيب ڪشتي رحه ۸- شيخ الياس رحه ۹- شيخ سدانوره رحه.

سندن زندگيءَ جا آخري سال بي مزي ۾ گذريا. تپ، کنگهه ڪين پريشان ڪندا رهندا هئا. ڪڏهن ٿڌي پاڻي سان وضو ڪندا هئا ته تپ ۽ کنگهه وڌيڪ زور

وٺندي هئي. انهيءَ ڪري تيمم ڪري نماز ادا ڪندا هئا، بعضي بيماري ۾ افاقو ٿيندو هو ته ائين معلوم ٿيندو هو جو ڄڻ پاڻ بلڪل چڱا ڀلا آهن. سنه ۱۱۸۷ هجري ۾ پنهنجي هڪ مخلص دوست کي فرمايائون ته ”هاڻ اسان جي پچاڙي آهي. جنهن کي اسان جي صحبت مان فائدو حاصل ڪرڻو هجي سو بنا دير اچي وٺي،“ ٻئي دفعي فرمايائون ته اي دوستو هي وقت ڏاڍو قيمتي آهي، ڏسو متان ضايع ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ افسوس ڪندا رهو. هن جهان ۾ ڪڏهن ڏاتارن جو ڏڪار آهي ته ڪڏهن گهرندڙن جي گهٽتائي. اُٿي ڪوشش ڪري پنهنجو مقصد ماڻيو“.

انهيءَ سال ڏي پنهنجي حجري کي نئين سر ٺهرايائون ۽ ان جي تڪميل لاءِ ايتري قدر ته تاڪيد ٿي ڪيائون. جو سندن فقيرن کي خبر ڏي ٿي پيئي ته ڇو ايتري جلدي جي ضرورت آهي. پاڻ فقيرن جو اهو خيال سهي ڪري فرمايائون ته ”بابا هن مڪان جي جوڙائڻ ۾ جا هيڏي تڪڙ ڪئي ويئي آهي تنهن ۾ ضرور ڪو راز سمايل هوندو. جڏهن پيٿون ۽ ڇت جڙي راس ٿي، اندران گچ به لڳايو ويو، تڏهن پاڻ ان ۾ اڪيلا رهڻ لڳا ۽ امر ڪيائون ته ”وضو ٺاهڻ کان سواءِ ڪو به اندر نه اچي، ۽ مراقبي جي پٺيو ڪجهه به نه ڪري“ پاڻ هاڻ اڪثر سڄي رات حجري ۾ رهڻ لڳا، ۽ ان وقت ڪنهن کي اندر اچڻ جي اجازت نه هوندي هئي. ڇهو وڃي ٿو ته،

انهن ڏينهن ۾ اڪثر رسول الله صلعم سان معنوي ريجهه رهاڻ ڪندا هئا، پنهنجن فقيرن کي به فرمائيندا هئا ته هر جمع رات سؤ ڀيرا پيغمبر صلعم تي درود پڙهن.

## آخري ايام:

سال ١١٨٨ هه جي شعبان مهيني ۾ سندن بيماري زياده زور ورتو ۽ رمضان شريف ۾ ضعف ڪري بستري داخل ٿيا. انهيءَ دوران ڪوبه علاج نه ڪرايائون. جيڪڏهن ڪو دوا لاءِ عرض ڪندو هو ته فرمائيندا هئا "جيڪي آهي سو محبوب جي طرف کان آهي ان کي ٽارڻ موزون نه آهي، چاڪاڻ ته قضا تي راضي رهڻ صديقن جو ڪم آهي، جيڪي تڪليفون حق تعاليٰ پنهنجن دوستن ڏي موڪلي ٿو تن ۾ فيض آهي؛ جنهن جي عوام کي خبر ڪانهي" مطلب ته مرض جي شدت جو سندن چهري مبارڪ تي ڪوبه اثر معلوم نٿي ڏيو. ۽ پاڻ هميشه سرها ڏسڻ ۾ ايندا هئا، جيڪڏهن ڪو سندن ضعف ڏسي ارمان ظاهر ڪندو هو ته فرمائيندا هئا "انهيءَ ڳالهه جو بلڪل ذڪر نه ڪريو. انهيءَ ۾ راز سمايل آهي." فقير ڪيترئون ڏي منٿون ڪندا هئا ته دوا درمل ڪريو پر پاڻ نه مڃيندا هئا، ۽ چوندا هئا ته "حضرت خواجه ابو المساڪين قدس سره اسباب ترڪ ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي، سڄي حياتي بي اسبابي ۾ گذاري اٿم. هن وقت به اسباب سان هٿ آلو نه ڪندس، جيڪي به حق تعاليٰ ڪندو ان تي راضي آهيان ۽ هي بيت پڙهندا هئا:

"قراري كرده ام با مئي فرو شان،
كه روز غم بجز ساغر نگيرم"

(قول كيو اٿم ته غم جي ڏينهن سواءِ پيالي جي پيو ڪجهه به نه وٺندس).

هاڻ ڪمزوري بالڪل وڌي ويئي. تان جو ذوالقعد جي چوٿين تاريخ ڇنڇر جي ڏينهن نيرن وقت، جڏهن سندن مريد ۽ فقير حڪم موجب ماني ڪائي فارغ ٿيا ته وصال فرمايائون. ان وقت سندن عمر ٦٣ سال هئي. ڪيترن محبن، فاضلن ۽ شاعرن سندن شان ۾ مرثيا، وصال جي تاريخ جا قصيدا، قطعا ۽ رباعيون چيون آهن. سندن وصال جي تاريخ قرآني آيت "وَرَضِيَ لَهٗ قَوْلاً" (۽ الله سندن قول جي ڪري راضي ٿيو) مان نڪري ٿي جا سندن حال ۽ قال جي عين موافق آهي.

## صورت ۽ سيرت:

حضرت جن جي صورت ۽ سيرت جون بيشمار خوبيون آهن. پاڻ قد ۾ وچولا ۽ قدري سنها هئا. سندن منهن گول ۽ پيشاني ڪشادي هئي. ڀرون وڏا، گهاٽيل ۽ ڳوڙها هئا. سندن سونهاري گول، ٻ گهيرڙي، نهايت سفيد ۽ نوراني هئي. سندن چهري مان نور پيو بکندو هو. سڀ ظاهري ۽ باطني خوبيون منجهن موجود هيون. شريعت توڙي طريقت جي ڪُل فضيلتن سان سينگاريل هئا. سندن ڳالهائڻ نهايت سنجيده، مختصر مگر مائيدار هوندو

هو، حضرت جن جون کي خاص وصفون هي هيون جن
مان حضرت جن جي زندگي جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو:
رضا، توڪل، صبر، سخاوت، بي اسبابي ۽ گوشه نشيني
وغيره.

**ڪلام:**

سندن ڪلام کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:-

١- **ملفوضات:** يعني اهي قول، جي وقت بوقت صوفيائي نڪتن تي، مريدن جي ارشاد لاءِ چيا اٿن، انهن مان ڪجهه فردوس العارفين، مرغوب الاحباب ۾ درج ٿيل آهن ۽ ڪجهه سندن اقوال شيخ عبدالرحيم گرهوڙي پنهنجي عربي ڪتاب فتح الفضيل ۾ سمايا آهن ۽ ته وري ڪجهه پيش نظر ڪتاب 'مقولات تصوف' ۾ جمع ڪيل آهن. سندن اقوال جو تعداد هڪ اندازي مطابق ٤٤٦ آهي. انهن مان ٢٤٣ جو ترجمو ۽ شرح حضرت خواجه گل محمد قدس سره ''الورد محمدي'' ۾ لکيو آهي باقي ٢٠٣ جي سمجهاڻي سندن خاص مريد سيد نورعلي شاه لکي آهي ان جو نالو ''تڪملهٔ الورد المحمدي'' رکيو اٿن.

٢- **بيت:** پاڻ ڪيترائي سنڌي بيت چيا اٿن، جن جو تعداد هڪ روايت موجب ٨٤ آهي. اهي بيت پڙهڻ سان تعلق رکن ٿا، بيشڪ معني جا موتي آهن. هر هڪ بيت ۾ تصوف جا باريڪ نڪتا سمايل آهن. جن جي مطالعي مان گهڻو رس ۽ ميٺاج ملندو. انهن

ٻيتن جي شرح، شيخ عبدالرحيم گرهوڙي عربي ۾ ڪئي آهي. جناب ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه مرحوم انهن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪري ”سنڌي ابيات“ جي نالي سان ١٩٣٩ شايع ڪرايو.

جي ڪافر ٿئا ڪفر ڇڏي، سي هميشه حيات،
سي ڪينءَ مَرَن ماتُ، جنين جَرُ مَرُ جانِ ۾.
(حضرت خواجه صاحب)

# مقولات تصوف جي مؤلف جي

## سوانحعمري (۱)

هن ملفوظات جي جمع ڪندڙ جو نالو خواجه محمد ابراهيم رح ولد بيگ سامه هو. پاڻ ڳوٺ "ابراهيم جو ٿڙ" تعلقي ڇاڇري ظلع ٿرپارڪر جا رهاڪو هئا. سندن پيدائش جي ڪا صحيح خبر نه آهي، هي بزرگ چاڪاڻ ته شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رح جو همعصر ۽ سندس گهاٽو دوست هو. تنهنڪري سندن همعمر هئڻ جو گمان غالب آهي. حضرت شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رح جي ولادت ۱۱۵۲ هجري جي آهي. تنهنڪري هي بزرگ پڻ ۱۲ صدي هجري جي وچ ڌاري تولد ٿيل ٿو ڏسجي. ڪٿي ڄائو؟ ۽ ڪهڙيءَ طرح پرورش حاصل ڪيائين؟ تنهن جو به پورو پتو ڪو نه پيو. اندازو آهي ته سندس پيدائش سندس قديم ڳوٺ ۾ ئي ٿي هوندي. پنهنجي ڳوٺ ۾ هي بزرگ، پنهنجي ڳوٺ جو چڱو مڙس هو.

---

(۱) هي سوانحعمري جناب قاضي محمد اشرف جي وساطت سان محترم جمال فقير ساند وينل جانهرو تعلقه عمرڪوٽ کان حاصل ڪئي ويئي آهي. فقير صاحب، خواجه ابراهيم جي اولاد مان آهي.

سنڌس نالي پويان ئي ڳوٺ سڏجي ٿو. "ابراهيم جو ترڙ" جوڌپور رياست جي سرحد کان صرف هڪ ميل جي مفاصلي تي آهي.

**تعليم ۽ مشغلا:**

فقير ابراهيم رحه، انهيءَ وقت جي ضرورت مطابق تعليم حاصل ڪئي. اول قرآن شريف پڙهيائين تنهن کان پوءِ مدرسي جي تعليم حاصل ڪيائين. جنهن ۾ عربي ۽ فارسي جي تڪميل ڪيائين جيئن ته پاڻ حضرت سلطان الاولياءَ قدس سره کان وقت بوقت بدل مقولا، فارسي زبان ۾ لکيا اٿس. فارسيءَ ۾ لکيل ملفوظات جي بولي مان معلوم ٿئي ٿو ته کيس فارسي بوليءَ تي پورو عبور حاصل هو. نهايت رواني سان ڪتاب ۾ جمع ڪيل مقولن کي آسان فارسي ۾ لکيو اٿس.

**مريدي جو سلسلو:**

فقير ابراهيم رح جو ڳوٺ جوڌپور رياست جي سرحد سان بلڪل گڏ آهي، جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. هندو ٺڪر، سرحد پار ڪري پر وارن ڳوٺن مان ڌاڙا هڻي چوپايو مال جهڙوڪ: اُٺ، ڳايون، ٻڪريون ۽ رڍون زوري ڪاهي ويندا هئا. ترڙ ۾ ماڻهن جو علم گذر سفر جو ذريعو اهو ئي مال آهي. پوءِ جيڪو ماڻهو پنهنجي مال حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ٺڪرن وٽ ويندو هو ته اهي ٺڪر، مال ڏيڻ بجاءِ، انهيءَ ماڻهوءَ کي ماري ڇڏيندا هئا. تنهنڪري ڪوبه ماڻهو واپس مال وٺڻ لاءِ نه ويندو هو.

هڪ دفعي فقير ابراهيم رحه جو مال ٺڪر ڌاڙيل ڪاهي ويا. فقير پنهنجي مال واپس آڻڻ لاءِ ٺڪرن وٽ وڃڻ جو خيال ڪيو. ڳوٺ جي سيني ماڻهن کيس صلاح ڏني ته مال ملڻ مشڪل آهي، ”جيڪڏهن توهان ٺڪرن وٽ ويندا ته اهي توهان کي ماري ڇڏيندا. تنهن ڪري بهتر آهي توهان اتي نه وڃو“ پر فقير صاحب پنهنجي ڳالهه تي پختو رهيو ۽ مال کي واپس ڪاهي اچڻ لاءِ اڪيلو ڌوڙپور رياست جي سرحد پار ڪري ٺڪرن جي ڳوٺ ويو ۽ پنهنجي مال جي گهر ڪيائين. ٺڪرن کيس مال ته واپس نه ڏنو بلڪ کيس جهلي هڪ ڪکن جي ٺهيل چونئري ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ چيٽا گڏ ڪري، چونئري جي چئني طرفن کان رکي، باهه ڏيڻ جا سانبها ڪرڻ لڳا. فقير ڏاڍو پريشان ٿيو ته هاڻ ڇا ڪجي؟ ڪٿان به کيس ڪنهن مدد پهچڻ جو ڪو نمونو ڏسڻ ۾ نه آيو. فقير سيني ڳالهين کي ڇڏي چونئري ۾ مراقبه ۾ متوجه ٿي ويٺو، ۽ پنهنجي رب کي پڪارڻ لڳو. خدا جي قدرت! اڃا چونئري کي پوريءَ طرح باهه نه وڪوڙيو هو ته اوچتو ٺڪر سردار جي زال کي اچي پيٽ ۾ سخت سور پيو. سور ايترو ته گهٽو پيو جو سيني سمجهيو ته هن جو بچڻ مشڪل آهي. هڪدم ٺڪر سردار کي خيال آيو ته چونئري ۾ جنهن کي بند ڪري ساڙيو پيو وڃي سو ڪو الله جو نيڪ ٻانهو آهي. هيءَ مصيبت صرف کيس تڪليف ڏيڻ ڪري آئي آهي.

هڪدم باهہ کي وسائي، فقير کي چونئري مان ڪڍيو ويو. سڄي ماجرا سندس اڳيان پيش ڪيائون. فقير انهيءَ سڄي ڳالهہ کي پنهنجي رب جي مدد سمجهندي، عورت لاءِ پاڻيءَ تي دم ڪري ڏنو. خدا جي قدرت! جيئن انهيءَ مائي اهو پاڻي پيتو، تيئن سندس سور ۾ افاقو ٿيڻ لڳو، ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ مائي بلڪل چڱي ڀلي ٿي پيئي. انهيءَ واقعي جو ايترو تہ نڪرن تي اثر ٿيو جو سڀ نڪر سندن مريد ٿي پيا ۽ فقير صاحب کي سندس مال موٽائي ڏنائون ۽ آئينده لاءِ ڌاڙن هڻڻ کان توبهہ ڪيائون.

فقير صاحب اتان پنهنجو مال ڪاهي ڳوٺ آيو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ فقير صاحب شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ رحہ سان ملڻ لاءِ گرهوڙ آيو. نڪرن جو مال ڪاهي وڃڻ ۽ اتان صحيح سلامت واپس اچڻ جو سڄو واقعو کيس ٻڌايائين. شيخ عبدالرحيم رحہ کيس چيو تہ "تون ڪو ابراهيم خليل الله هئين جو تو کي باهہ نہ ساڙيو؟ ۽ جيڪڏهن باهہ چونئري کي چڱيءَ طرح لڳي وئي ها تہ تون بلڪل سڙي خاڪ ٿي وڃين ها، تنهن تي ابراهيم فقير رحہ جواب ڏنو تہ جيڪڏهن مون کي باهہ ساڙي ها تہ پوءِ تون منهنجي مدد نہ ڪرين ها؟ گرهوڙي صاحب ان وقت درگاهہ لواري شريف ڏي وڃي رهيو هو. ابرهيم فقير کي پڻ پنهنجي مرشد وٽ هلڻ لاءِ چيائين فقير صاحب هلڻ لاءِ رضامند ٿيو ۽ گرهوڙي صاحب سان

گڏجي لواري شريف ڏي روانو ٿيو. لواري شريف پهچي تي حضرت خواجه محمد الزمان قدس سره جي دست مبارڪ تي بيعت ڪري مريد ٿيو. مريد ٿيڻ کان پوءِ پنهنجو گهڻو وقت مرشد جي حاضريءَ ۾ گذارڻ لڳو. ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺ به ايندو هو پر گهڻو وقت لواري شريف ۾ ئي گذاريندو هو، جتي پاڻ حضرت سلطان الاولياء کان مختلف پهلوئن تي غور ۽ فڪر جا نڪتا ٻڌندو رهندو هو، ۽ پنهنجا شڪ شبها، سوالن ذريعي دور ڪندو رهندو هو.

**وفات:**

جيئن ته ڪر سندن مريد ٿي چڪا هئا. جنهنڪري فقير صاحب جڏهن به ڳوٺ ايندو هو، تڏهن سندس ڪر مريد کيس دعوتون ڏيئي پنهنجي ڳوٺ وٺي ويندا هئا. هڪ دفعي کيس ڪر پنهنجي ڳوٺ وٺي ويا جتان ٻين مريدن وٽ ويو. اهڙي طرح ڪيترائي ڏينهن پنهنجن مريدن ۾ گذاريائين. پاڻ جڏهن ڳوٺ ڇهوڻو ڏونگر تعلقي بهاڙميرا رياست ۾ پهتو ته سندس طبيعت خراب ٿي پيئي ۽ اتيئي وفات ڪيائون. سندن مقبرو اتي ئي آهي، ڪر معتقدن سندن مزار مٿان هڪ عاليشان قبو جوڙايو جو اڃا تائين سلامت آهي. هن جي حفاظت اڃا تائين ڪر ڪندا اچن.

"ڪلام ڳرهوڙي" ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽه مرحوم فقير ابراهيم رحه جو تذڪرو ڪيو آهي. جنهن وقت شهيد عبدالرحيم ڳرهوڙي مهلڏيو جي مڙهي ڊاهڻ لاءِ ڳرهوڙ مان روانا

ٿيا تہ سائين ھي فقير ابراھيم رحہ پڻ گڏ ھو. جڏھن مھاڏيو مڙھي جا جادوگر سامي پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪرڻ لاءِ گرھوڙي صاحب کان اجازت وٺي روانا ٿيا تہ گرھوڙي صاحب سڀ کان اڳ فقير ابراھيم رحہ کان صلاح پڇي. جنھن جواب ڏنو تہ "قبلا! نبي بہ جزيو وٺي ڇڏي ڏيندا ھئا. پاڻ بہ ڪٿي ائين ڪريون" جڏھن ٻين سان مشورو ڪيو ويو تہ اھا صلاح ٿي تہ سامي سان مقابلو ڪري شھادت جو مرتبو ماڻجي. تڏھن پاڻ فقير صاحب ڏي اشارو ڪري چيو تہ "توکي تازو لواري شريف مان ارشاد مليو، تہ بہ تو مان اڃا تائين ڪفر جي بوءِ پيئي اچي"(١).

مٿين ڳالھہ مان واضح ٿيو تہ جنھن وقت حضرت عبدالرحيم رحہ گرھوڙي جنگ لاءِ روانو ٿيو، ان وقت فقير ابراھيم رحہ سائين گڏ ھئا، ۽ جنگ ۾ برابر جا شريڪ ھئا. ھن جنگ جو واقعو سنہ ١١٩٣ ھہ ۾ ٿيو. ان کان پوءِ بہ ھي بزرگ ڪافي وقت تائين زندہ رھيو.

**اولاد:**

فقير صاحب کي صرف ھڪ فرزند دوست محمد نالي ھو. جنھن جا بہ فرزند ھئا. ١- وسايو ۽ ٻئي جو نالو

(١) شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽہ:- ڪلام گرھوڙي حاشيہ صفحہ ٥٤ ۽ ٥٥.

ابراهيم هو. وساڻي کي محمد اسحاق نالي هڪ پٽ آهي جو اڃا حيات آهي ۽ ابراهيم جا ٻه پٽ آهن جن مان هڪ جو نالو ديدار حسين ۽ ٻي جو نادر حسين آهي.

هي سڀ پنهنجي اصل ڳوٺ "ابراهيم جي ٽڙ" ۾ رهندا اچن. سندن گذر و سفر جو دارومدار مال تي آهي. ڪجهه باراني ٻني ٻه اٿن، جنهن جي آباديءَ جو مدار برسات جي پاڻيءَ تي آهي.

---

# مقدمہ

اسلام ۾ روحاني زندگي يا تصوف جي ابتدا ڪيئن ٿي؟ هي هڪ اهم سوال آهي. ليڪن هن جو جواب بلڪل واضح ۽ صاف آهي. اسلام ۾ روحاني زندگي جو آغاز حضور صلعم جن ۽ اصحابن سڳورن جي دور ۾ ٿيو. نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم ۽ سندن اصحابي سڳورا دنيا کان نفرت ڪندا هئا. دنيا جي رنگينين کان بي نياز هئا. جاه و نمائش کي سندن زندگيءَ ۾ ذرو به دخل نه هو. اهي صرف خدا جي طرف متوجه هئا، ۽ زندگي جي هر مرحلي ۾ خدا تي سندن يقين هو. انهن جي حيات ۽ ممات دنيا لاءِ نه هئي. اهي صرف الله لاءِ زنده هئا. الله لاءِ جهاد ڪندا هئا، ۽ خدا جي لاءِ شهادت جي مرتبي کي حاصل ڪندا هئا.

## ابتدائي دور ۾ تصوف:

رسول اڪرم صلعم جي حيات طيبّہ تي هڪ نظر وجهو توهان کي معلوم ٿيندو ته حضور صلعم جن جي زندگيءَ جو آغاز اهڙي طرح ٿئي ٿو، جو پاڻ ڏينهن ۽ رات جو وڏو حصو ماڻهن کان پري، غار حرا جي تنهائين ۾ بسر ڪن ٿا. هي واقعو انهيءَ وقت جو آهي جو اڃا مٿن

وحي نازل نہ ٿيو هو، ليڪن روحاني زندگيءَ جو دور شروع ٿي ويو هو. اهڙيءَ طرح حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر فاروق رضہ، حضرت عثمان رضہ ۽ حضرت علي رضہ جي زندگي بہ روحاني زندگي هئي. بلال حبشي رضہ، سلمان فارسي رضہ ۽ صهيب رومي رضہ جي زندگيءَ جو جيڪڏهن تجزيو ڪيو وڃي تہ اها بہ روحاني پرتوي سان جلوه فگن نظر ايندي. ابي بن ڪعب رضہ، تميم داري رضہ، ابوذر غفاري رضہ، حزيفہ بن يمان رضہ ۽ مصعب بن عمير رضہ جي زندگي بہ روحاني رنگ ۾ رنگيل هئي. انهن اصحابن کان سواءِ ٻين جي زندگي پڻ انهي حقيقت جي شاهد آهي تہ هي سڀ خشوع ۽ خضوع، عاجزي ۽ انکساري سان عبادت ڪندا هئا. نفس سان جهاد ڪندا هئا. دنيا جي ڏيکاءُ کان پري رهندا هئا. شيطان جا دشمن هئا. غرض هيءَ زندگي هئي جا رسول کان اصحابن کي ملي. پوءِ هن زندگيءَ ترقي ڪئي ۽ تابعين تائين پهتي، تبع تابعين بہ هن کان متاثر ٿيا ۽ پوءِ ڪوبہ اهڙو دور اسلام ۾ نہ گذريو جنهن روحانيت کان خالي هجي.

## حقيقي تصوف:

نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم ماڻهن کان پري رهي خلوت نفس کان پوءِ ڪائنات جي علت غائي تي غور ڪري، جا زندگي پسند فرمائي هئي. انهيءَ جو جيڪڏهن بعد جي عابدن ۽ زاهدن جي زندگيءَ سان جي صوفين

جي نالي سان مشهور ٿيا. موازنه ڪيو وڃي ته معلوم ٿيندو
ته نبي اڪرم صلعم ۽ صوفين جي زندگيءَ ۾ هڪ قسم
جي يڪسانيت آهي. انهيءَ ذريعي توهان به آسانيءَ سان
صوفين جي رياضتن ۽ مجاهدن کي روحاني زندگيءَ سان
پيوند لڳائي سگهو ٿا. جا بالڪل خالص هئي. جنهن جو
بهترين مثال حضور صلعم جن جي حياتِ طيّب هئي. اها
زندگي ڪهڙي هئي؟ هي ته الله هڪ آهي. وحدانيت
نبي جي زندگيءَ جو سرچشمو هو. هي ئي هو سندن سچي
حياتِ مبارڪ جو اصل الاصول. هي ئي اها شيءِ هئي
جا اسلام جي نبي، اسان جي آڏو پيش ڪئي. پوءِ جيڪو
تصوف، هن روح ڪان پري رهيو ته اهو اسلام ڪان به
پري رهيو. بعد ۾ تصوف مختلف رنگ اختيار ڪندو
ويو. اسلام ڪان علاوه ٻيا عُنصر پڻ هن ۾ اثرانداز ٿيندا
رهيا، ”هيءَ ويدانيت آهي“، ”هيءُ هندي تصوف آهي“،
”هيءُ يوناني ۽ مسيحي تصوف آهي“. انهن اجنبي عناصرن
جي اڪثريت، تصوف کي اسلام جي بلڪل مخالف
بڻائي ڇڏيو. ورنه، درحقيقت اصل تصوف اها آهي جا
حياتِ نبوي جو پرتوو ۽ قرآن ۽ سنت جي تابع هجي.
دراصل حضور جن جي غار حرا ۾ الڳ ٿلڳ زندگي،
تصوف جو ڦهريون ٻج هو. جنهن مان زاهدن جي زهد،
عابدن جي عبادت ۽ صوفين جي تصوف ميوو ڏنو.

## تصوف جو مقصد:

تصوف هڪ نهايت جامع نالو آهي. جو حرف

مختلف عبادت گذار ۽ دنيا بيزار گروه تي رکي سگهجي ٿو. هن جي تعليم، هن جو مقصد، هن جي رياضت ۽ مجاهدي جو محور صرف هي آهي. ١- تزڪيہ نفس ٢- تصفيہ قلب.

تهذيب نفس، محاسبو ۽ مراقبي سان هي صوفي الهام جي دولت سان سرفراز ٿيا ۽ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ هيءَ دولت هن رستي تي هلڻ حاصل ٿئي ٿي. جيڪو نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن اختيار فرمايو هو.

## حيات نبوي ۽ زهد وتصوف:

هن سلسلي ۾ جيڪڏهن ڏيکھ ڏني وڃي تہ هزارين صفحا ڀري سگهجن ٿا. مختصراً بعض اهم نڪتا پيش ڪجن ٿا. مثال طور قناعت کي وٺو. سندن لباس نهايت سادو هو. اهڙيءَ طرح سندن غذا بہ بلڪل سادي هوندي هئي. عبادت سان سندن ڏاڍو شغف هو. حضرت عائشہ رضہ کان روايت آهي تہ:

آنحضرت صلي الله عليه وسلم سڄي رات عبادت ڪندا هئا. ايستائين جو سندن پير مبارڪ سڄي پوندا هئا. مون عرض ڪيو تہ ”يا رسول الله توهان ايتري مشقت ڇو ٿا گوارا فرمايو. جڏهن تہ خدا توهان جا اڳيان ۽ پويان گناه معاف ڪري ڇڏيا آهن“ پاڻ جواب ڏنائون تہ ”پوءِ ڇا آءٌ خدا جو شڪر گذار ٻانهو نہ بڻجان؟“(١)

---

(١) رواه بخاري مسلم.

اهڙيءَ طرح حضور جن ڪيترن ئي موقعن تي ماڻهن کي زهد جي ترغيب ڏني. ذڪر، توڪل، صبر، توبھ، ۽ نفلن جي ذريعي قرب الاهي حاصل ڪرڻ جي دعوت ڏني. هڪ موقعي تي فرمايائون تہ ”اللہ تعاليٰ جڏهن پنهنجي ٻانهي سان ڀلائي ڪري ٿو تہ هن کي دين جي سمجھ عطا فرمائي ٿو دنيا جي نفرت هن جي دل ۾ پيدا ڪري ٿو ڇڏي ۽ دنيا جا عيب هن جي سامهون کولي ٿو ڇڏي. (١)

مٿيون ۽ ٻيون اهڙيون حديثون هن ڳالھ جو دليل آهن تہ عابدن جي عبادت، زاهدن جو زهد ۽ صوفين جو تصوف ڪا نئين شيءِ نہ آهي. بلڪ حضور صلعم جن جي اقوال، افعال ۽ احوال مان ورتل آهي.

**صحابہ ڪرام ۽ تصوف:**

اصحابن سڀني جي پوري زندگي حضور صلعم جن جي فيض صحبت کان پوري طرح متاثر آهي. انهن ۾ زهد، ورع ۽ ڪشف جو مادو بدرجہ اتم موجود هو. ۽ اهي پوري طرح الله جي طرف متوجہ هئا ۽ دنيا کان بيزار. حضرت ابوبڪر صديق رضہ جو قول آهي تہ ”جنهن معرفت الاهي جو ذائقو چکيو. ماسواء الله جي بيپرواهہ ٿي وڃي ٿو، ۽ ماڻهن کان هن کي وحشت اچڻ لڳي ٿي.“

ڇا حضرت عمر رضہ جي دنيا بيزاري جو ڀيو ڪو

---

(١) رواه البيهقي في شعب الايمان عن محمد كعب مرسلاً.

ثبوت تي سگهي ٿو تہ خلافت جي منصب تي قائم ٿيڻ کان پوءِ خطبو ڏيئي رهيا آهن ۽ حالت هيءَ آهي جو سندن لباس ۾ ١٦ چتيون لڳل آهن، ڇا هي سچ نہ آهي تہ اڪثر حضرت عمر رضہ پنهنجو لباس خود پنهنجن هٿن سان ڌوئيندا هئا؟ ڇا هي قول سندن نہ آهي؟ تہ "زندگي جي بهترين شيءِ صبر آهي".

حضرت عثمان غني رضہ جو گهڻو وقت عبادت ۽ رياضت ۾ بسر ٿيندو هو. سندن زندگي سراپا زهد ۽ تقويٰ هئي. پاڻ هميشه ياد الاهيءَ ۾ مستغرق رهندا هئا. قرآن شريف جي ذوق ۽ شوق سان تلاوت ڪندا هئا. فرمائيندا هئا تہ "قرآن منهنجي رب جو ڪتاب آهي غلام لاءِ ضروري آهي تہ جڏهن بہ هن وٽ آقا جو ڪتاب اچي تہ هر روز ان کي ڏسي تہ جيئن هن جي حڪمن جي صحيح پيروي ڪري سگهي." حضرت عثمان جو قرآن شريف سان شغف جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو تہ عين وقت شهادت وٽس قرآن موجود هو ۽ پاڻ هن جي تلاوت ڪري رهيا هئا.

حضرت علي رضہ جي زندگي سواءِ تقويٰ ۽ عبادت جي ڪجهہ بہ نہ هئي، هڪ دفعي سندس پيوند لڳل لڳل قميص ڏسي ڪنهن پڇيو تہ يا اميرالمومنين هي ڇو؟ پاڻ فرمايائون تہ جيئن دل خدا کان ڊڄندي رهي.

اصحاب صفہ جي منزلت ۽ مرتبت کان ڪير بہ انڪار ڪري نٿو سگهي. هنن اسلام جي روحاني تاريخ تي

زبردست اثر وڌو آهي. جنهن کي تاريخ ڪڏهن به فراموش نٿي ڪري سگهي ۽ خاص ڪري تصوف جي تاريخ ته هتان ئي شروع ٿئي ٿي؛ ايتري قدر جو بعض ماڻهن جو خيال آهي ته 'صوفي' جو لفظ اصحاب صفه مان ئي ورتو ويو آهي. اهل صفه جو مقدس گروه انهن انصارن ۽ مهاجرن تي مشتمل هو جي بلڪل بي نوا هئا هي گويا رسول الله صلي الله عليه وسلم جا مهمان هئا. انهن وٽ نه اهل وعيال هو نه مال و زر. انهن جي ماڻهن کان بيزاري ۽ اهل دنيا کان بي تعلقي ته ڏسو جو مسجد نبوي جي پرم هڪ حجرو ناهيو ويو هو، هي سڄي دنيا ۽ وما فيها کان بيپرواه ٿي اتي ئي رهڻ لڳا؛ هنن صرف روح جي طرف توجه ڪئي. حضرت ابونعيم اصباهي رضه جي هڪ قول مطابق اصحاب صفه اهي انسان هئا. جن کي ڪنهن به قسم جو ڪاروبار، خدا جي ذڪر کان غافل نه ڪري سگهيو. دنيا جي نفع و نقصان جو هنن جي دلين تي ڪو به اثر نه ٿيندو هو. انهن سان خود نبي صلي الله عليه وسلم جن محبت ڪندا هئا. حضرت ابو هريره رضه جهڙي برگزيده اصحاب جو تعلق پڻ هن گروه سان هو.

الغرض ته حضور جن جيڪو تصوف سيکاريو ۽ جنهن تصوف جي تعليم ڏني، اها خالص هئي. پاڻ تصفيه نفس تي زور ڏنائون. رياضت جا اصول ۽ آئين مقرر ڪيائون. تفڪر ۽ عبادت جا آداب سيکاريا، ۽ هنن جي هڪ خاص ترتيب ۽ وضع قائم ڪئي. انهي ۽ اصول

تي اسلام ۾ روحاني زندگي جو آغاز ٿيو. اسلام، هڪ خدا جي طرف دلين کي متوجه ڪيو. هن جنت جي دعوت پڻ ڏني ۽ جهنم کان به ڊيڄاريو. ليڪن خدا جي محبت کي سڀ کان بالاتر رکي، هن عمل کي اصل قرار ڏنو. هن دنيا ۾ رهي، هن سان تعلق قائم رکندي به هن جي دلڪشي کي بي نيازي سان ٺڪرائڻ جو گُر سيکاريو.

**تابعين ۽ تبع تابعين:**

آنحضرت ۽ اصحابن کان پوءِ تابعين ڪرام آهن جي دنيا جي ڪنهن به شيءِ کان مغلوب نه ٿيا. يعني دين جي معاملي ۾ زياده کان زياده توجه ۽ دنيا جي معاملي ۾ زياده کان زياده استغنا. هنن جي اصول حيات جو جيڪڏهن خلاصو ڪيو وڃي ته هي ٿيندو ١- ذڪرالاهي جي ڪثرت ٢- حُبِ دنيا کان بيزاري ٣- ڪائنات جي مسئلن تي غور و فڪر ٤- اهلِ دنيا کان بي نيازي ٥- الله تي ڪامل توڪل. هي هئا آهي بنيادي عقيدا، جن تي ڪردار ۽ عمل جو سڄو دارومدار هو. ۽ هن روشنيءَ ۾ زهد ۽ تصوف جو قافلو اڳتي وڌندو رهيو. ليڪن پوءِ جڏهن اسلامي فتوحات جو دور شروع ٿيو ۽ اسلام جي جهنڊي هيٺ دنيا جو هڪ وڏو حصو اچي ويو، تڏهن عرب فاتحن جي سامهون هڪ نئين تهذيب ۽ رنگا رنگ ثقافت آئي. جنهن ۾ خوشحالي، فارغ البالي ۽ سرور و نشاط موجود هو. هيءَ تهذيب، آخرت

جي فڪر کان بلڪل خالي هئي. هن ۾ جيڪي نعمتون هيون سي صرف وقتي هيون. نتيجو اهو نڪتو جو عرب فاتحن جو هڪ وڏو حصو هن تهذيب کان متاثر ٿي، هن کي قبولڻ لڳو. هي ماڻهو دنيا ۾ مصروف ٿي ويا. نفس کي پوڄڻ لڳا، ۽ خواهشن جي غلاميءَ جي ڦاهي پنهنجي ڳلي ۾ وجهي ڇڏي، نتيجي ۾ هڪ فساد جو دور شروع ٿي ويو. جنهن جي مقابلي لاءِ هڪ جماعت پيدا ٿي، جنهن غنا تي فقر کي ترجيح ڏني ۽ هڪ نئون معيار زندگي پيش ڪيو. هي اُهي انسان هئا جي بلڪل گهٽ کائيندا هئا. بلڪل سادو لباس پائيندا هئا. پنهنجو گهڻو وقت ”دنيا کي پيدا ڪرڻ واري“ جي ياد ۾ مستغرق ۽ منهمڪ رهي گذارڻ لڳا. هنن دين کي هر شيءِ تي اوليت ڏني. هنن جي سامهون صرف روح جي بلندي ۽ پاڪيزگي هئي. چنانچہ هن ٽولي جو مستقل نالو زاهد ۽ عابد پيو. ”فقير“ جو مستقل اصطلاح جو زور بہ هتان شروع ٿيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ هي سڀ نالا جهڪا ٿي ويا، ۽ صرف هڪ جامع ۽ مانع نالو صوفي وڃي باقي رهيو.

ابوهاشم ڪوفي (٨٦٦ع وفات) پهريون شخص هو جنهن کي 'صوفي' جي نالي سان سڏيو ويو. ان کان پوءِ ٽي صدي جي اوائل ۾ ذالنون مصري، بايزيد بسطامي ۽ جنيد بغدادي جو زمانو شروع ٿئي، حضرت جنيد بغدادي کي موجوده علم تصوف جو هڪ لحاظ کان باني سمجهڻ گهرجي. هن بزرگ جو رجحان شرعي پابندين جي

طرف هو. چنانچہ حضرت جنيد جو هي قول مشهور آهي تہ ”اسان جو علم تصوف، ڪتاب و سنت وٽ قيد آهي.“ سندس وفات ٢٩٧ هہ ۾ ٿي ۽ کين ”سيدالطائفہ“ جو نالو ڏنو ويو. حضرت شاه ولي الله جي خيال ۾ حضرت جنيد کان تصوف جو ٻيو دور شروع ٿئي ٿو. جنيد بغدادي منصور حلاج جو مرشد چيو وڃي ٿو. منصور جو نعره 'اناالحق' اڳتي هلي ڪاروان تصوف جي لاءِ بانگ درا بنجي ويو. منصور کي لڳ ڀڳ ٣٠٩ هجري ۾ ڦاسي ڏني ويئي. هن تاريخي واقعي کان پوءِ هڪ سؤ سالن جي اندر تصوف تي بعض مستقل ڪتاب لکيا ويا. جن ۾ ابونصر ۽ سراج جي تصنيف ”ڪتاب اللمع“ ابوطالب مڪي جي ”قوت القلوب“ امام قشيري جو 'الرسالہ' ۽ داتا گنج بخش جو ”ڪشف المحجوب“ خاص طور تي قابل ذڪر آهن. انهيءَ زماني ۾ شيخ ابو سعيد ۽ ابوالحسن خرقاني بہ ٿي گذريا آهن. هي سڀ صاحب تصوف جي ٽئين دور جي ابتدا ڪن ٿا. شيخ ابو سعيد ٣٥٧ هہ ۾ پيدا ٿيا ۽ ٤٤٠ هہ ۾ وفات پاتائون. حضرت شاه ولي الله هن دور جي متعلق فرمائين ٿا تہ:

”هن دور ۾ تصوف جي طريقي ۾ هڪ ٻي تبديلي رونما ٿي. اهل ڪمال مان تہ اڳي وانگر شرعي حڪمن تائين محدود رهيا ۽ خاص باطني احوال ۽ ڪيفيت کي پنهنجو نصب العين بڻايو ۽ جيڪي خواص الخاص هئا، تن اعمال ۽ احوال کان اڳتي لنگهي 'جذب' تائين رسائي

حاصل ڪئي. هن 'جذب' جي سبب هنن جي سامهون 'توجہ' جي نسبت جو دروازو کلي ويو ۽ انهيءَ ڪري وجود تي تعينيات جا سڀ پردا انهن لاءِ کلي ويا، ۽ پنهنجن اکين سان خود ڏٺائون ته اها ئي هڪ ذات آهي، جنهن تي سڀني شين جي وجود جو انحصار آهي"(١).

جنهن زماني ۾ شيخ ابو سعيد جو انتقال ٿئي ٿو. گهٽ وڌ اهوئي زمانو آهي، جنهن ۾ امام غزالي پيدا ٿئي ٿو. تصوف جي تاريخ ۾ امام غزالي جو شمار صوفين جي جماعت ۾ نٿو ٿئي. بيشڪ هو عالم دين ۽ متڪلم پهرين هو، ۽ صوفي بعد ۾. ليڪن تصوف جي سلسلي ۾ سندن خدمتون لائق تحسين آهن. اهل دين جيڪي تصوف جي آزاد خيالي ۽ آزاد مشربي کان بيزار ٿي رهيا هئا، ۽ تصوف جو شرعي پابندين کان آزاد ٿي رهيو هو. امام صاحب انهن ٻنهي کي هڪٻئي جي ويجهو ڪيو. عقل جو اسلام ۾ "تحريڪ معتزلہ" جي نالي سان مذهبي حقيقتن جو شارح بنجي نڪتو هو. سو هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪي آخرڪار امام غزاليؒ جي شخصيت ۾ تصوف جي اڳيان پنهنجي شڪست تسليم ڪري ٿو ۽ اهڙيءَ طرح امام غزالي جي ڪوشش سان اسان جو تصوف مذهب جي مسلم روايتن سان هم آواز ٿئي ٿو.

امام غزالي جو ٥٠٥ هجري ۾ انتقال ٿيو. ان کان تقريبا پنجاه سال پوءِ علم تصوف جو سڀ کان وڏو

---

(١) 'همعات' مصنف شاه ولي الله.

مصنف شيخ اڪبر ابن عربي پيدا ٿين ٿا. هيءُ زمانو تصوف جي چوٿين دور ۾ شمار ٿئي ٿو. چنانچه انهيءَ متعلق شاه وليالله جو ارشاد آهي:-

”هن عهد ۾ اهل ڪمال بزرگن جي ذهنن ۾ مزيد وسعت پيدا ٿئي ٿي ۽ هي بزرگ ڪيفيت ۽ احوال جي منزل کان اڳتي وڌي تصوف جي حقيقت تي بحث ڪرڻ لڳن ٿا ته ذات واجب الوجود کان هيءَ ڪائنات ڪيئن صادر ٿي؟ انهن بزرگن ڪائنات جي ظهر جي درجن جي تحقيقات ڪئي ۽ ٻڌايو ته واجب الوجود مان سڀ کان اول ڪهڙي شيءِ جو وجود ٿيو ۽ اهو وجود ڪهڙيءَ طرح عمل ۾ آيو. الغرض ته هي ۽ ٻيا اهڙا مسئلا انهن بزرگن جا موضوع بنجي ويا.“ (١)

پوءِ تصوف جي جن حقيقتن کي ابن عربي، علم ۽ حڪمت جي زبان ۾ پيش ڪيو هو. تنهن کي عطار، رومي ۽ جامي بعد ۾ شعر جي دلڪش ۽ وجد آور ۽ زود اثر پيرايه ۾ ادا ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح تصوف خاص کان عام تائين پهتي ۽ هر شخص تصوف جو ڪلمو پڙهڻ لڳو، ۽ هن جا باقاعده اصول ۽ قانون تيار ٿيڻ لڳا ۽ ڪيترائي مختلف صوفي سلسلا به شروع ٿيا. هر سلسلو، پنهنجي باني جي نالي پويان سڏجڻ لڳو. جيڪي به

---

(١) ’همعات‘ مصنف شاه وليالله.

تصوف ۾ سلسلا شروع ٿيا.(١) انهن ۾ ھي چار سلسلا وڏيڪ مشهور ٿيا ۽ اڄا تائين موجود آهن:

١- **قادريہ:** جنهن جو باني شيخ عبدالقادر جيلاني رحہ (وفات ٥٦١ ھہ) آهي هن سلسلي ۾ سماع بالمزامير جي منع آهي، جنهنڪري قادرين جي حلقي ۾ موسيقي کي بلڪل گهٽ اهميت ڏني وڃي ٿي. قادري بزرگ بالعموم سائي پڳ ٻڌندا آهن ۽ هنن جي لباس جو ڪو نہ ڪو حصو ضرور بادامي رنگ جو هجي ٿو. هن سلسلي ۾ درود شريف کي تمام گهڻي اهميت ڏنل آهي. هنن وٽ ذڪر خفي ۽ ذڪر جلي ٻئي جائز آهن.

٢- **چشتي طريقو:** هنن وٽ ڪلمو شهادت پڙهڻ وقت 'الاالله' تي خاص طور تي زور ڏنو وڃي ٿو؛ بلڪ هو عموماً انهن لفظن کي دهرائڻ وقت جسم ۽ سر جي مٿين حصي کي لوڏين ٿا. هن سلسلي جي امتيازي خصوصيت سماع آهي. سماع دوران چشتي حضراتن تي هڪ وجداني ڪيفيت طاري ٿي وڃي ٿي. چشتي درويش بالعموم رنگدار ڪپڙا پائين ٿا ۽ جنهن ۾ زياده تر هلڪي بادامي رنگ کي ترجيح ڏين ٿا. هن طريقي جا باني حضرت خواجہ ابواسحاق شامي آهن.

---

(١) جامع الغات جي مصنف صوفين جا ٻارهن طريقا لکيا آهن: ١- قادريہ ٢- نقشبنديہ ٣- صفويہ ٤- عيدروسيہ ٥- نوريہ ٦- شطاريہ ٧- يوسفيہ ٨- انصاريہ ٩- زاهديہ ١٠- حضرويہ ١١- قلندريہ ١٢- حسينيہ.

٣- **سهرورديه:** هنن وٽ ساهه بند ڪري 'الله هو' جي ورد ڪرڻ جو وڏو رواج آهي. سماع دوران بي اعتنائي اختيار ڪن ٿا ۽ تلاوت ڪلام ڪي خاص طور تي زور ڏنو ويجي ٿو. هن سلسلي جو باني حضرت شهاب الدين سهروردي آهي. سندس ولادت ٥٤٢ هه ۾ ۽ وفات ٦٣٢هه ۾ ٿي. سندس مزار مبارڪ بغداد ۾ آهي.

٤- **نقشبندي طريقو:** هن جو باني مباني بهاءُ الدين محمد بن محمد البخاري (٧٩١-٧١٧ هجري مطابق ١٣١٧-١٣٨٩) هو ڪيس نقشبندي انهيءَ ڪري چوندا آهن جو هو 'الله' لفظ جي صورت ڪيدي اڻ پڙهيل مريدن اڳيان رکندو هو ۽ جيڪي لکي پڙهي ڄاڻندا هئا، تن کي فرمائيندو هو ته "هٿ سان الله جو نالو نقش ڪريو اک سان ان نقش ڏي نهاريو ۽ دل ۾ الله پاڪ جو ڌيان ڌريو". هندستان ۾ هن طريقي جي شروعات شيخ احمد سرهندي (٩٧٠-١٠٣٤ هه مطابق ١٥٦٢-١٦٣٥) جي ذريعي ٿي. هيءُ هڪ وڏو متشرح عالم هو. کيس امام رباني مجدد الف ثاني به ڪري چوندا آهن. واضح هجي ته هي طريقو ٻين سڀني طريقن کان وڌيڪ شريعت ڏي مائل آهي.

جنهن صورت ۾ هي ڪتاب حضرت خواجه محمد زمان رحه قدس سره جن جي مقولات تي مشتمل آهي ۽ حضرت خواجه صاحب نقشبندي طريقي جا امام ٿي گذريا آهن.

تنهنڪري نقشبندي طريقي جو ڪجهه تفصيل سان ذڪر ڪجي ٿو:-

هن طريقي جو بنياد وجهندڙ حضرت خواجه بهاءُالدين آهي جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. سندس تصنيفات مان "رشحات عين الهديات" گهڻو مشهور آهي. جنهن ۾ سندس ملفوظات جمع ڪيل آهن. جن مان نقشبندي طريقي جا مکيه اصول ملن ٿا. پاڻ فرمائين ٿا ته "اسان جو طريقو ٻين سڀني طريقن کان وڌيڪ حق کي ويجهو آهي. حالانڪ ترتيب جي لحاظ کان هي طريقو سڀ کان آخر ۾ اچي ٿو. اسان جو هي طريقو عروه الوثقيٰ آهي. جنهن جي سهاري حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم ۽ اصحابن جي نقش قدم تي پورو پورو هلي سگهجي ٿو. سالڪ کي گهرجي ته هميشه رب جي رضا تي راضي رهي. مگر اهو تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن فنا اختيار ڪبي. يعني جڏهن سالڪ پنهنجي طبعي وجود جي نفي ڪري، الله جي اثبات ڪندو انهيءَ لاءِ ٽن ڳالهين جي شرط آهن. جن مان پهريون شرط آهي، پنهنجي حيثيت کي ڪجهه نه سمجهڻ، ٻيو شرط آهي غير علم و عمل کي الوداع چوڻ. سالڪ کي سواءِ ديني فرضن ۽ شرعي عملن کان ٻئي ڪنهن به دنيا جي معاملي ۾ ڦاسڻ نه گهرجي، ۽ کيس گهرجي ته سڄو وقت مشغوليءَ ۾ رهي".

ٻئي هڪ بزرگ حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني رحه جي قول مطابق نقشبندي طريقي جي عمارت يارهن اصولن تي اڏيل آهي:

١- هوش در دم:

پنهنجن پساهن جي حفاظت ڪرڻ تہ جيئن ڪوبہ ساهہ جيڪو اندر وڃي يا ٻاهر نڪري، خدا جي ياد کان خالي نہ هجي. بلڪ ٻنهي دمن جي وچ واري وقت جو بہ خيال رکڻ گهرجي تہ جيئن اهو بہ حضور ۽ يادگيري ۾ صرف ٿئي. انهيءَ ۾ غفلت ڪرڻ ڪبيره گناهہ آهي. ساهہ جي حفاظت سان دنيا جي مسئلن کان واندو ٿي سگهجي ٿو.

٢- نظر بر قدم:

سالڪ کي گهرجي تہ وات ويندي پنهنجي نظر جهڪيل رکي، تہ جيئن شيطان جي حملي کان آجو رهي ياد رهي تہ شيطان جن وسيلن سان مومن تي حملو ڪري ٿو. تن مان پهريون وسيلو نظر آهي. جيڪڏهن سندس اکيون هيٺ هونديون تہ نہ فقط گناهن کان بچندو بلڪ سندس ۾ دمن ۾ بہ ڪو رخنو نہ پوندو.

٣- سفر در وطن:

جڏهن سالڪ، پنهنجي حقيقت ختم ڪري ملائڪن جون وصفون حاصل ڪري ٿو تڏهن هن جي دل آئيني وانگر صاف ٿيو پوي ۽ انهيءَ صاف دل ۾ حق جو جلوو پسي ٿو. هو گويا پنهنجي وطن ۾ ئي روحاني سفر ڪندو رهي ٿو.

۴. خلوت در انجمن:

يعني سالڪ کي گهرجي ته ذڪر ۾ اهڙو ته مصروف رهي جو ڪيس ٻاهرين گوڙ گهمسان جي ڪابه خبر نه پوي. جڏهن سالڪ کي سفر در وطن حاصل ٿيو ته خلوت 'در انجمن' جي پاڙهي بروز پوندس.

۵. ياد ڪرد:

ذڪر ڪرڻ پوءِ اهو زباني هجي يا دلي. ذڪر جو طريقو ۽ هن جي تعليم نقشبندي طريقي ۾ هن طرح آهي ته اول مريد پنهنجي دل کي پنهنجي خيالن کان صاف ڪري پنهنجي مرشد جي اڳيان رکي. وات ۽ اکيون بند ڪري، زبان، تارون سان لڳائي ۽ ساهه کي ذڪر سان ڪڍي، ظاهري دل جيڪو کٻي پاسي ٻبي جي هيٺان آهي. هن کي هر ساهه سان ٽورو چوري، ۽ جيڪو ساهه ٻاهر اچي سو ذڪر سان هجي ته جيئن حلاوت ذڪر جو اثر دل ۾ پيدا ٿئي، ۽ اهڙيءَ طرح ذڪر ڪندو رهي ۽ هر ساهه ۾ ڏي، پنج يا ست دفعا ذڪر ڪري ۽ حضور دل سان الله الله چوندو رهي ۽ يقين سان سمجهي ته آءٌ خدا کي ياد ڪريان ٿو ۽ خدا مون کي ياد ڪري ٿو ۽ هروقت سالڪ اهڙيءَ طرح ذڪر ۾ مشغول رهي ۽ ڪنهن به وقت سندس دل ذڪر کان غافل نه هجي.

٦. بازگشت:

سالڪ کي کپي ته هرهڪ ذڪر کان پوءِ چوي ته "اي خدا تون منهنجو مقصود آهين، مون دنيا ۽ آخرت کي

تنهنجي لاءِ ترڪ ڪيو، تون پنهنجي محبت مون تي پوري ڪر". شروع ۾ شايد انهيءَ رمز جي پروڙ نه پوي پر پوءِ جيئن جيئن ذڪر ڪندو ويندو تيئن تيئن انهي رمز کي سمجهندو ويندو.

### ٧- نگاه داشت:

نگهداشت، دل مان هر قسم جي خطري، وسوسن کي دور ڪرڻ کي چيو ويندو آهي. هي هڪ طريقو آهي جنهن جي ذريعي دل، خطرن کان خالي ٿي وڃي ٿي. خواجه نقشبند رحه جو قول آهي ته سالڪ کي گهرجي ته شروع ۾ ئي دل کي خيالن ۽ خطرن کان صاف رکي ورنه جڏهن اهي خطرا ۽ خيال ظاهر ٿي پوندا ته نفس هن جي طرف مائل ۽ راغب ٿي ويندو. پوءِ هن کي پري ڪرڻ مشڪل ٿيندو. خطرن جا چار قسم آهن: ١- شيطاني خطرو، جو گناهه جي رغبت ڏياري ٿو. ٢- نفساني خطرو جو نفساني خواهش جي پورائي لاءِ ٿيندو آهي ٣- ملڪاني خطرو جنهن کي الهام چئجي ٿو ٤- رحماني خطرو، جو غفلت کان تڪرڻ وقت ۽ پاڻهپ جي طرف راغب ٿيڻ کي چئجي ٿو. شيطاني ۽ نفساني خطرا پاڻ ۾ گڏيل آهن ۽ اهي ئي فساد جو بنياد آهن. تنهنڪري سالڪ کي گهرجي ته هر روز ٻه ٽي ساعتون، پنهنجي نفس جو محاسبو ڪري ته جيئن حق کان سواءِ ٻيو ڪو خيال دل ۾ پيدا نه ٿئي.

### ٨. ياد داشت:

سالڪ کي گهرجي ته حق جي طرف ذوق ۽ شوق سان رجوع ٿئي ۽ هر وقت ڌڻي جي ڌيان ۾ مستغرق يعني ٻڏل رهي.

### ٩. وقوف زماني:

حضرت خواجه بهاءُالدين قدس سره فرمائين ٿا ته وقوف زماني جو مطلب آهي ته سالڪ هر وقت پنهنجي حال کان واقف رهي. تنهنڪري ضروري آهي ته ذڪر ڪرڻ جي وقت هر ساعت کان پوءِ پنهنجي دل ۾ تامل ڪري ته غفلت ته ڪانه اچي ويئي آهي. جيڪڏهن غفلت اچي ويئي هجي ته انهيءَ کي پري ڪري ۽ آئنده هن کي ڪيڻ جي همت ٻڌي، ايستائين ڪوشش ڪندو رهي جو اها بلڪل ختم ٿي وڃي ۽ هميشه جي حضوري حاصل ٿي وڃي. وقوف زماني حقيقت ۾ نفس جو محاسبو آهي. حديث شريف ۾ اچي ٿو ته "هوشيار ۽ داناءُ ماڻهو اهو آهي جنهن پنهنجي نفس کي دٻايو ۽ موت کان پوءِ جي لاءِ عمل ڪيو. ۽ عاجز اهو آهي، جنهن پنهنجي نفس جو چيو ڪيو. حضرت عمر فاروق رضه هڪ دفعي خطبي ۾ فرمايو ته:

"حَاسِبُوْا قَبْلَ اَنْ تُحَاسَبُوْا وَزِنُوْا قَبْلَ اَنْ تُوْزَنُوْا وَاسْتَعِدُّوْا لِلْعَرْضِ الْاَكْبَرِ"

(پنهنجين زندگين جو حساب ڪريو ان کان اڳ

جو توهان جو حساب ڪيو وڃي، ۽ ڏينهن جو وزن ڪريو ٻهريائين ان ڪان، ته توهان وزن ڪيا وڃو، ۽ مستعد ٿي وڃو، ۽ جڏهن توهان قيامت جي ڏينهن خدا جي سامهون ٿيندؤ ته ڪابه شيءِ لڪي نه سگهندي.) انهيءَ ڪري عارف هردم ۽ هر ساعت پنهنجي گذريل وقت جو حساب ڪتاب ڪندا رهن ٿا. جيڪڏهن طبيعت ۾ نقصان ڏسن ٿا ته 'باز گشت' ڪن ٿا.

## ١٠- وقوف عددي:

ذڪر ڪرڻ وقت ڳاڻيٽي جي خيال رکڻ کي وقوف عددي چئجي ٿو. ذاڪر کي کپي ته هڪ ساهه ۾ ٽي- پنج، ست يا ايڪيهه دفعا ذڪر ڪري مطلب ته اڪي تعداد جو هئڻ ضروري آهي. حضرت خواجه بهاءُالدين قدس سره فرمائين ٿا ته گهڻو چوڻ شرط نه آهي، پر جيڪو ڪجهه ذڪر ڪري اهو حضور سان هجي.

## ١١- وقوف قلبي:

وقوف قلبي مان به مطلب آهن. ٻهريون ته ذاڪر جو دل حق سبحانه تعاليٰ کان واقف ۽ آگاهه هجي. يعني ذڪر ڪرڻ وقت دل ۾ صرف الله تعاليٰ جو خيال هجي. ٻيو ته ذاڪر دل جي خيال کان واقف هجي. يعني ذڪر ڪرڻ وقت، ذاڪر جي دل به ذڪر ۾ مشغول هجي، ۽ سالڪ کي گهرجي ته جيئن به ٿي سگهي تيئن دل کي ذڪر ۾ مشغول رکي.

انهن يارن اصولن کان سواءِ هن طريقي نقشبندي ۾ ڏهه لطيفا پڻ آهن.(١) لطيفو لفظ 'لطيف' مان نڪتل آهي. جنهن جي معني آهي باريڪ يا نازڪ شيءِ، صوفين جي اصطلاح ۾ 'لطيفو' هڪ خاص معنيٰ رکي ٿو. جي غياث اللغات جي مطابق ڇهه آهن، جن کي لطائف ستة چئبو آهي. جيستائين سالڪ کي اهي ڇهه لطيفا روشن نٿا ٿين. تيستائين هو ڪنهن به وڏي منزل ۽ معرفت کي حاصل نٿو ڪري سگهي. اهي ڇهه لطيفا هي آهن. پهريون 'لطيفه نفس' جنهن جي جاءِ انسان جي بدن ۾ ڏن آهي. ٻيو 'لطيفه قلب' آهي جنهن جي جاءِ سيني جي کٻي طرف دل آهي، ٽيو 'لطيفو روح' آهي، جو سيني جي سڄي طرف واقع آهي. چوٿون لطيفو 'سِرّ' آهي جو سيني جي وچ ۾ معده جي منهن وٽ واقع آهي. پنجون 'لطيفو خفي' آهي جنهن جي جاءِ پيشاني آهي ۽ ڇهون 'لطيفو اخفيٰ' آهي. جنهن جي جاءِ ڪپراٽي آهي. حمل فقير پنهنجي معرفت نامه ۾ ڏهن لطيفن جو ذڪر ڪيو آهي جن مان پهريان پنج هي آهن. ١- قلب ٢- روح ٣- سري ٤- خفي ٥- اخفيٰ- هي پنج لطيفا حڪم الاهي واري ڪائنات متعلق آهن هنن کي 'عالم امر' چئبو آهي باقي پويان پنج لطيفا يعني نفس ۽ چار عناصر يعني هوا- پاڻي، باهه ۽ خاڪ آهن. انهن کي

(١) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ- "ڪليات حمل" صفحو نمبر ١١٤ ۽ ١١٥.

'عالم خلق' چئبو آهي يعني هي مخلوق واري ڪائنات
سان واسطو رکن ٿا.

شروعاتي 'پنجن لطيفن' عالم امر جو تعلق لامڪانيت
سان آهي. جي رب جي طرف کان انساني جسم ۾ ڌار
ڌار جاين تي رکيل آهن. پوين پنجن لطيفن جو اصل،
شروعاتي پنج لطيفا آهن. نفس جو اصل قلب، هوا جو
اصل روح، پاڻيءَ جو اصل سر، باه جو اصل خفي ۽
خاڪ جو اصل اخفيٰ آهي. هر ڪنهن لطيفي جو رنگ
به مختلف آهي. "قلب" جو رنگ زرد، روح جو سرخ،
سري جو سفيد، خفي جو ڪارو، اخفيٰ جو سائو ۽
نفس جو رنگ ڪسيف يعني ميرانجهڙو آهي، اهي لطيفا
ڪنهن نه ڪنهن اولوالعزم پيغمبر جي قدمن هيٺان آهن.
'قلب' جو لطيفو حضرت آدم عليه السلام جي قدمن هيٺان
'روح لطيفو' حضرت نوح ع ۽ حضرت ابراهيم ع جي
قدمن هيٺان آهي. لطيفه سري، حضرت موسيٰ ع ۽ لطيفه
خفي حضرت عيسيٰ ع ۽ اخفيٰ حضرت محمد مصطفيٰ
صلي الله عليه وسلم جي قدمن مبارڪ هيٺان آهي.

مشائخ، سڀ کان اڳ پهريان پنج لطيفا 'عالم امر'
جا ظاهر ڪرائين ٿا. جنهن جي لاءِ ٽي رستا مقرر آهن.

١- رابطو ٢- ذڪر ٣- مراقبو.

**١- رابطو:** جي معنيٰ آهي روحاني ۽ باطني نسبت
۽ تعلق. ۽ اهو اهڙي پير طريقت جي صحبت اختيار
ڪرڻ سان پيدا ٿئي ٿو جو مشاهده جي مقام تائين پهتل

هجي ۽ ذاتي تجليات جو مستحق هجي. سچي طالب لاءِ ضروري آهي ته پنهنجن عقيدن کي اهل سنت ۽ جماعت جي عقيدي موجب درست ڪري، نيڪ عمل ۽ سنتن جي پيروي ڪري ۽ جيڪي ڳالهيون منع ۽ مڪروه قرار ڏنل آهن، انهن کان بچي. پوءِ پنهنجي مقصد يعني 'دوام حضور، حق سبحانه' تعاليٰ' (هر وقت الله پاڪ جو ڌيان حاصل ڪرڻ) کي حاصل ڪري، هن جي ملڻ لاءِ رابطو ضروري آهي.

٢. ذڪر:

هن جي معنيٰ آهي ياد ڪرڻ. جنهن جو طريقو هي آهي ته زبان مان ڪلمه 'لاالـٰه الاالله' چوي ۽ اهو اهڙيءَ طرح 'لا' کي حلق جي هيٺان شروع ڪري ۽ 'الـٰه' کي دماغ ۾ چوي ۽ اِلاالله' کي پنهنجي پوري قوت سان اهڙيءَ طرح ڪيدي جو هن جي ضرب زور سان دل تي لڳي. ''لاالـٰه اِلاالله'' جي ذڪر ۾ هن ڳالهه جو خيال رکڻ کپي ته 'لا' تي جو مد آهي اهو پوري طرح چڪجي وڃي ۽ 'الاالله' تي جا شد آهي. انهيءَ تي پورو زور پوي، ۽ جڏهن سالڪ زبان سان 'لاالـٰه اِلاالله' چوي ته ان وقت سندس دل مان غيرالله جي محض محبت نه بلڪ غيرالله جو وجود ئي خارج ڪري ڇڏي ۽ اهڙيءَ طرح مشق ڪندو رهي. دل (جنهن جي جاءِ کاٻي ٻَبي جي ٻن آڱرين جيترو هيٺان آهي) ۾ 'الله' جو اسم، هن شرط سان پڙهي ته دل انهيءَ اسم طرف

پوري پوري متوجه هجي، ۽ الله جي پاڪ ذات ڏانهن پورو ڌيان هجي. اهڙيءَ طرح وقت بوقت ذڪر ۾ هوشيار رهي ته جيئن دل ۾ خدا جو ذڪر جاري ٿئي، جڏهن 'قلب' ۾ ذڪر الاهي جاري ٿي وڃي ته پوءِ ٻئي نمبر 'لطيفي روح' طرف خيال ڪري. جو ساڄي ٻبي جي ٻه آڱريون هيٺان آهي. پوءِ ٽئين 'لطيفي سري' جو خيال رکي، جو کاٻي ٻبي کان ٻه آڱريون مٿاهون آهي. جنهن جو لاڙو دل طرف آهي. ان کان پوءِ لطيفي خفي جي طرف توجه ڪري، جنهن جي جاءِ ساڄي ٻبي تي ٻه آڱريون مٿان آهي ۽ هن جو لاڙو سيني جي وچ ڏي آهي. جڏهن اهڙيءَ طرح پنجن ئي لطيفن ۾ ذڪر الاهي جاري ٿي وڃي ته پوءِ لطيفي نفس جو ذڪر اچي ٿو. ان کان پوءِ 'قلب' جو لطيفو ڇهو وڃي ٿو. جنهن جي جاءِ سڄو جسم آهي. جڏهن سالڪ انهي لطيفي کي حاصل ڪري وٺندو، تڏهن سندس بدن جي هر هڪ وار جي پاڙ مان ذڪر الاهي شروع ٿيندو.

معلوم هئڻ کپي ته 'عالم امر' وارن لطيفن جو اصل بنياد مٿي عرش الاهي تي آهي. انهن اصل بنيادن کي جڏهن سالڪ پهچي ٿو. تڏهن کيس فنا(١) ۽ بقا حاصل ٿئي

---

(١) فنا: تصوف ۾ اهو حال، جنهن ۾ انسان جو روح بدن کان ڌار ٿئي ۽ عالم الانوار (نورن جي عالم) ۾ پهچڻ وقت کيس ائين معلوم ٿئي ته هو گويا نور ۾ گهيريل آهي پوءِ پنهنجي بدني خواهشن کان ٻاهر نڪري. انهي گويا سڀني خواهشن کان نجات حاصل ڪئي تصوف ۾ هي ولايت جو پهريون ڏاڪو آهي. ان کان پوءِ لا مڪان جو سير آهي.

تي. قلب جو اصل 'تجلّي افعالي' (الاهي ڪارنامن جي روشني)؛ روح اصل صفاتي ثبوتي (مولا پاڪ جون اُهي صفتون جي سندس ذات ۾ موجود آهن جهڙوڪ، علم و قدرت وغيره) سري جو اصل 'ذاتي' شيُون (واحد شان، ڪم، الله پاڪ جي ذات سان تعلق رکندڙ ڪم) 'خفي' جو اصل 'سليب صفتون' اهڙيون صفتون جن کان الله پاڪ جي ذات بلڪل پاڪ آهي جهڙوڪ: جهل، عجز، ظلم وغيره.) 'اخفي' جو اصل ''شان جامع'' (يعني اهو مقام، جو سڀني صفتن جو جامع آهي) آهي.

انهن 'عالم امر' ۾ سندن اصل بنيادن کي پروڙڻ بعد، مراقبي ۾ سندن لحاظ رکي، جنهن جي ترتيب هي آهي ته 'قلب' کي نبي اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي قلب مبارڪ جي مقابل ڪري هيءَ دعا گهري ته ''اي خالق! فيض رسائيندڙ!، جهڙيءَ طرح تو حبيب خدا جي تجلّي افعالي جو فيض حضرت آدم عليه السلام کي رسايو، تهڙيءَ طرح منهنجي قلب کي به ساڳيو فيض رساءِ''. پوءِ جڏهن سندس قلب کي 'تجلّي افعالي' جو فنا حاصل ٿيندو، تڏهن پنهنجا ۽ سڄي خلق جا افعال، 'حق جي فعل' کان سواءِ ڏسڻ ۾ نه ايندا، جڏهن سالڪ انهيءَ ولايت جو واصل ٿيندو ته پيا سالڪ انهي کي حضرت آدم جي مشرب وارو چون جنهن جو مطلب آهي ته حضرت آدم ع جي مشرب تي هلندڙ هن ولايت کي 'ولايت آدم' به چئبو آهي، ۽ سالڪ لاءِ هي پهرين ولايت آهي.

وري الله تعاليٰ کي عاجزانہ التجا کري تہ کيس 'ثبوتي صفتن' جو فيض ملي، ۽ اهڙيءَ طرح ٻئي لطيفي روح کي سمجهي ۽ دعا گهري تہ ”جهڙيءَ طرح حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جن جي روح جو فيض حضرت نوح عليہ السلام کي مليو. اتان حضرت ابراهيم عليہ السلام ڏي منتقل ٿيو ۽ منهنجو روح پڻ انهيءَ روح جي متابعت ڪري“. ڪامل درويش هن ولايت کي 'ولايت ابراهيمي' چون ۽ سالڪ جو شمار ”مشرب ابراهيمي“ ۾ ٿئي.

اهڙيءَ طرح 'لطيفي سِرّي' کي ڪمائي، چاڪاڻ تہ هي لطيفو، ٻين لطيفن جو سردار ۽ سرتاج آهي. الله پاڪ جي پوري ٻانهپ ڪندو رهي تہ جيئن ڪين 'سِرّي' جو پورو فيض حاصل ٿئي ۽ دعا گهري تہ ”جهڙي طرح حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم کان اهو فيض حضرت موسيٰ ڪليم الله کي عطا ٿيو، اهڙيءَ طرح اي مولٰيءَ ڪريم! تون پنهنجو فضل ڪري مون کي بہ اهو فيض بخش“. جڏهن سالڪ انهيءَ منزل تي پهچي ٿو تڏهن کيس عارف 'موسوي مشرب' ۾ شمار ڪن ٿا. جڏهن سالڪ انهيءَ ولايت ۾ فنا ٿي وڃي تہ پوءِ 'خفي لطيفي' کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. هي لطيفو خاص نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم ڏي منسوب آهي، جتان حضرت عيسيٰ کي فيض مليو، عجز ۽ انڪساريءَ سان الله تعاليٰ کان گهري ۽ هن جو فيض حاصل ڪري. هن

فيض ۾ جڏهن ڪيس 'صفاتي سلبي' حاصل ٿئي تڏهن عارف، سالڪ کي 'عيسوي مشرب' ۾ ڳڻيندا آهن.

آخري لطيفو يعني 'اخفي' خاص الخاص لطيفو آهي. هن لطيفي جي حاصل ڪرڻ واري کي 'محمدي مشرب' وارو چئبو آهي. جنهن تي پهچڻ کان پوءِ طالب، ڪامل ولي ٿي وڃي ٿو. هن منزل تي سندس هر فعل، عين خدا جي مرضي موافق هلي ٿو.

انهن لطيفن جي منزلن کي قائم رکڻ لاءِ ضروري آهي ته ذڪر کي هٿان نه ڇڏي. جنهن جي ڪرڻ جو تفصيل هن ريت آهي:

پنهنجي ساهه کي ڌُن هيٺان قابو رکي، لفظ 'لا' کي مر کان مٿي چڪي ۽ اهڙيءَ طرح 'اِلٰہ' کي سڄي ڪلهي طرف آڻي. پوءِ 'الاالله' کي زور سان دل تي هڻي. جيستائين ساهه انهيءَ سان مانوس ٿئي، تيستائين طالب روزانه انهيءَ جو تڪرار ڪندو رهي. اِڪي جي عدد مطابق ساهه کي مٿي ڪڍي ۽ دل جي پوري توجه سان 'محمدالرسول الله' چوي. ان وقت ذڪر ڪندڙ، صرف 'ذات پاڪ' يا 'ذات الاهي' جي طلب ڪري ۽ ٻي سڀني شيءِ جي نفي ڪري، ۽ انهيءَ حالت ۾ الله کان گهري ته ''اي الله! تون منهنجو مقصود آهين. صرف تنهنجي رضا جي طلب آهي؛ منهنجي دل کي پاڻ ڏانهن راغب ڪر ۽ سڄي دنيا کان بي رغبتي عطا فرماءِ''. جيستائين 'شوق' جي جذبي سان هي عمل نه ڪندو، تيستائين ڪيس حضوري حاصل نه

ٿيندي. ذات الاهي جو اثبات، ما سواءِ الله جي نفي
ڪري، ته سندس دل هر قسم جي خطرن کان خالي ٿي،
پاڪ ۽ صاف ٿي ويندي. هن سڄي محنت جو دارومدار
دل جي پاڪائي ۽ سچائيءَ تي منحصر آهي. ڇاڪاڻ ته
الله پاڪ کي پنهنجي بندي جي صرف دل جي صداقت
۽ پاڪائي پسند اچي ٿي، ۽ اهڙو بندو الله تعاليٰ کي
حضرت خضر عليه السلام کان به وڌيڪ پيارو آهي. انهي
ذڪر کي سالڪ 'ذڪر خفي' چوندا آهن. انهيءَ ذڪر
۾ نفيءَ اثبات جو مٿين شرطن مطابق روزانه ٢١ دفعا
تڪرار ڪري.

ياد الاهي ۾ مشغول ٿيڻ ۽ ذڪر ۽ فڪر ڪرڻ
جو هڪ ٻيو به طريقو آهي جو امام رباني جاري ڪيو.
هن ۾ مراقبي ذريعي ذڪر ڪيو ويندو آهي. مراقبي
ڪرڻ وقت، پنهنجي دل کي دنياوي خطرن ۽ خيالن
کان پري ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، الله جي فيض ڏي
سندس نظر هجي، پنهنجي مرشد جي طرف دل ڇي لاڙي
سان عاجزي ۽ انڪساري جي ماحول ۾ پاڻ کي ذات
حق جي طرف هميشه متوجه رکي ته جيئن سندس دل
۾ ذڪر الاهي، بفضلِ الاهي جاري ٿئي. جنهن کي سالڪ
۽ صالح انسان "حضور" چوندا آهن. انهيءَ مراقبي کي
تصوف ۾ 'احديت' جي نالي سان سڏيندا آهن.

ٽئين طريقي ۾ ڪامل مرشد جي مڪمل صحبت
اختيار ڪرڻي پوندي آهي. هن ۾ پنهنجي مرشد طرف

عين اخلاص شرط آهي ته جيئن مرشد جي صحبت، غير جي محبت کي کيدي ڇڏي. جڏهن مرشد ڪامل جي صحبت پايهء تڪميل تي پهچي ٿي تڏهن ذات حق جا انوار، سندس دل ۾ اچڻ لڳن ٿا. جنهنڪري دل مان غفلت جا پردا دور ٿين ٿا. ۽ دل پاڪ و صاف ٿي وڃي ٿي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته مرشد جي حضور ۾ گهڻو وقت ادب ۽ احترام سان رهي ۽ سندس هر رضا کي پورو ڪري سندس غير موجودگي ۾ به اهو تصور قائم رکي ته الله تعاليٰ کيس همت عطا ڪندو. جنهن ماتحت هن کي فيض حاصل ٿيندو. هن کي ”رابطي جو ذڪر“ به چوندا آهن جڏهن دل کي حضوري بطفيل مرشد جي حاصل ٿي ويندي آهي، تڏهن سندس دل کي جمعيت ۽ مڪمل سڪ ن حاصل ٿيندو آهي. سندس دل ۾ ڪي به خطرا داخل ٿي نه سگهندا آهن. عارفن وٽ ’حضوري قلب‘ جو سڀ کان آسان ۽ سهل هي ئي نسخو آهي.

لطيفن کان پوءِ سالڪ، دائرن ۾ اچي ٿو. نقشبندي طريقي ۾ ٽي دائرا آهن. پهريون ’امڪان جو دائرو‘: هن دائري جون صفتون هن طرح آهن ته هن جو هڪ اڌ زمين ۽ عرش جي وچ ۾ آهي ۽ ٻيو اڌ عرش کان مٿي آهي. قرآن پاڪ جي آيت ”وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ“ (جتي به توهان هجو، هو توهان سان آهي) ۾ انهيءَ دائري متعلق اشارو آهي. هن امڪان ۾ زبان ظاهري فڪر ۾ مشغول هوندي آهي، ۽ قلب جو توجه

هر وقت حق ڏي هوندو آهي. جڏهن سالڪ هن دائري ۾ داخل ٿئي ٿو ته کيس اِلاهي اسمن ۽ صفتن جا عڪس ڏسڻ ۾ اچڻ ٿا. هتي اچي سالڪ ”وحدت الوجودي“ کي سمجهڻ لڳن ٿا. جنهن ۾ سالڪ سمجهڻ لڳي ٿو ته هن ڪائنات ۾ جو ڪجهه ظهور ۾ آيل آهي. سو سڀ اهو پاڻ آهي. يعني سڀڪجهه اها ’ذات مطلق‘ آهي. انهيءَ دائري ۾ ڏٺيءَ کان سواءِ ٻيو سڀڪجهه وسري وڃي ٿو ۽ سالڪ هر وقت حق جي اڳيان حاضر رهڻ لڳي ٿو. عاقل هن کي ’قلبي فنا‘ سان مشابه ڪن ٿا. جڏهن سالڪ کي انهيءَ سلوڪ ۾ حال حاصل ٿيندو تڏهن کيس نفس جو تزڪيه ڪرڻ واجب ٿيندو. جنهن جو مطلب آهي ته نفس کي پاڪائي جي عمل تي آڻيندو.

ٻيو دائرو، بلڪل هن دائري سان گڏ آهي. ٻهرين دائري جي بلڪل اڳواري حالت ٻئي دائري جي آهي. جتان سالڪ ٽئين دائري ۾ داخل ٿئي ٿو. هن منزل ۾ هڪ قوس يا ڪمان جهڙي هيئت ظاهر ٿئي ٿي. اهل دائري کي جو ڌيان مراقبي مان حاصل ٿئي ٿو اهو پڻ هن لاءِ به مخصوص آهن. هن دائري جو ذڪر قرآن پاڪ جي هن آيت ڪريمه مان نڪري ٿو.

”نَحۡنُ اَقۡرَبُ اِلَيۡهِ مِنۡ حَبۡلِ الۡوَرِيۡدِ“ ٥

(اسان انسان کي ساهه جي رڳ کان به وڌيڪ ويجها آهيون).

هن مقام ۾ سالڪ سمجهي ٿو ته خداوند ڪريم سائس هر وقت گڏ آهي. ڇاڪاڻ ته سندس نفس ڇئن عناصرن پاڻي، هوا، باهه ۽ مٽي تي موقوف آهي. تنهنڪري هن لاءِ زباني ۽ خيالي ذڪر ضروري آهي. ذڪر ڪرڻ ڪري طالب جي هن مقام ۾ ترقي ٿيندي ۽ طالب کي حضوري حاصل ٿيندي. هن منزل تي روح کي بي انداز لذتون ۽ راحتون حاصل ٿين ٿيون. جڏهن سالڪ کي مڪمل قوت ملي ٿي، تڏهن "يُحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗ" جو حال حاصل ٿئي ٿو. يعني الله تعاليٰ، سالڪ سان محبت ڪري ٿو ۽ سالڪ، الله تعاليٰ سان محبت ڪرڻ لڳي ٿو. هن منزل تي سالڪ کي "ولايت ڪبريٰ" ملي ٿي. جنهنڪري هر حال ۾ صابر ۽ شاڪر رهي ٿو، ۽ صرف رب جي رضا مطلوب هوندي اٿس. هتي "آءٌ" جي قيد کان سالڪ بلڪل نڪري وڃي ٿو، ۽ شريعت جي هر حڪم آسان چاهي مشڪل، صدق دلي ۽ بغير چون چرا جي تسليم ڪرڻ لڳي ٿو ۽ سندس هر عمل خدا لاءِ هوندو آهي. استدلالي مسئلا (جي پڇڻ سان حل ٿين) سڀ ڦري ڪشفي ۽ ذوقي ٿي پون ٿا. يعني پاڻهي کلي پون ٿا. بخل، حسد حرص، ڪينو، بغض وغيره کان سندس دل بلڪل صاف ٿي وڃي ٿي. سندس عمل مان ريا بلڪ ختم ٿي وڃي ٿو.

سالڪ هن ولايت کي حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٻي ولايت ۾ اچي ٿو. جنهن کي عارف "عليا" جي نالي سان ياد ڪن ٿا. ڪيس "مَلاءِ عليٰ" (مٿاهون ٽولو) به چوندا

آهن. هن مقام تي سالڪ، اسم الاهي جو راز بلڪل پوري طرح پروڙڻ لڳي ٿو. هن مقام تي ٽن عناصرن يعني باه، هوا ۽ پاڻيءَ کي عروج حاصل ٿي وڃي ٿو. هن ولايت ۾ چوٿين لطيفي يعني 'خفي' جي عروج جِي ابتدا ٿئي ٿي. هن ولايت ۾ زباني ذڪر افضل حيثيت رکي ٿو. "لاالٰه الاالله" جي ذڪر جو قصد دل ۾ پيدا ٿئي ٿو ۽ کيس ملائڪن جهڙي حالت نصيب ٿئي ٿي، ۽ فرشتن سان ملاقات ڪرڻ لڳي ٿو. ۽ ان کان علاوه ٻيا به ڪيترا ڳجها راز کيس معلوم ٿين ٿا. جڏهن عارف هن ولايت جو سير ڪري ٿو. تڏهن کيس پنهنجيءَ تي به پر پيدا ٿين ٿا. پوءِ ذوق سان ذات الاهي ڏي اڏامي ٿو. هتي سالڪ، اسمن ۽ صفتن جا پردا پري ڪري 'ذاتي تجليٰ' کي ڏسي ٿو. هن مقام تي اڳيان سڀ حاصلات ختم ٿي وڃن ٿا. هن ماڳ تي سالڪ کي نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جي پوري تابعداري حاصل رهي ٿي. جيتوڻيڪ نقشبندي طريقو، خواجه بهاءُالدين نقشبندي جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. تڏهن به هيءُ تمام پراڻو آهي. ان جو سلسلو حضرت امام جعفر صادق رضه جي ذريعي حضرت ابوبڪر صديق رضه سان وڃيو لڳي جو هن طرح آهي ته حضور پُرنور صلي الله عليه وسلم کان جيڪو نور ۽ فيض حضرت ابوبڪر صديق رضه کي عطا ٿيو حضور جن جو فرمان آهي "ته انهيءَ ۽ فيض جي امانت حضرت ابوبڪر صديق رضه جي سيني ۾ منتقل ڪئي ويئي آهي" چاڪاڻ ته حضور صلعم جن

کان پوءِ خلافت جي مسند تي حضرت ابوبکر صديق رضہ
جن وينا تنهنکري پاڻ ڪريمن جي امانت حضرت
ابوبکر صديق رضہ جن کي ڏني، جا پوءِ حضرت سلمان
فارسي رضہ کي ملي. پوءِ اها ساڳي امانت حضرت خواجہ
قاسم رضہ کي ملي. جتان حضرت امام جعفر صادق رضہ
کي عطا ٿي. جنهن هن فيض جي ذريعي عام خلق کي
گهڻو نفعو پهچايو. ان کان پوءِ هن امانت جا بردار
حضرت بايزيد بسطامي رضہ، حضرت ابوالحسن رضہ ۽ حضرت
بوعلي رضہ جن ٿيا. حضرت بوعلي رضہ تصوف جي تاريخ
۾ ذوالمنن جي لقب سان مشهور آهي. ان کان پوءِ اهو
سلسلو شيخ يوسف رحہ ڏي منتقل ٿيو. ان کان پوءِ هن
طريقي جا امام شيخ عبدالخالق رحہ، شيخ عارف رحہ،
شيخ محمود رحہ ۽ شيخ علي رحہ جن ٿيا. ان کان پوءِ
بابا محمد رحہ، مير گلال رحہ ۽ بهاءُالدين شاهہ رحہ جن
ٿيا. هتان هن سلسلي جو باقاعده نالو نقشبندي ٿيو. جو
پوءِ حضرت يعقوب چرخي رحہ، خواجہ عبيدالله احرار رحہ
محمد زاهدي مکنک رحہ ۽ حضرت خواجہ باقي باالله رحہ
هن سلسلي جا اڳواڻ ٿيا. جنهن کان پوءِ هن سلسلي جو
فيض حضرت مجدد الف ثاني رحہ، محمد سعيد رحہ، خواجہ
عبدالاحد رحہ محمد حنيف رحہ، محمد ذکي رحہ ڏي منتقل
ٿيو. جتان اهو فيض شيخ محمد رحہ، وٽ آيو. هن بزرگ
جو لقب حضرت خواجہ ابوالمساکين آهي، جنهن، پنهنجي
زندگي ۾ ئي هيءَ امانت حضرت سلطان الاوليا خواجہ

محمد زمان قدس سره کي سپرد کئي. اها امانت اڄ ڏينهن تائين حضرت جن جي خاندان ۾ هلندي اچي.

خداوندا طفيل خواجگانم، بره از مکر نفساني امانم،
الاهي سربسر غرق گناهم، ترحم آربر حال تباهم،
زبد کرداري خودسينه ام چاک، سرازشرمندگي افگنده برخاک
الاهي جز تو کس هرگز ندارم، که بخشد جرمهائے بے شمارم

مرا هر چند جرم از حد برون است
مگر دانم که عفو توفزون است

---

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

الله تعاليٰ جي حمد، نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم، سندن آل و اصحاب سڀني جي صلواة کان پوءِ عرض ته مون کي، حضرت شهيد عبدالرحيم گرهوڙي رحہ هڪ دفعي فرمايو ته توهان حضرت پير دستگير، مرشد اجل، قطب الاقطاب، شيخ الشيوخ حضرت سلطان الاولياء، خواجہ محمد الزمان رحہ کان جيڪو سخن يا ڪلام ٻڌو هجي، تنهن کي جمع ڪري ڪتابي صورت ۾ آڻيو، ته جيئن عام و خاص فيض حاصل ڪري سگهن.

"مما سخن گويم شنيدم ز پير، دروغي نه گويم بران دستگير
شنيدم ز مرشد مڪمل چنين، تفاوت نباشد دران باليقين"(۱)

انهيءَ ڪري هي ٿورا گفتا ۽ نڪتا، جيڪي سندن زبان مبارڪ مان ٻڌا هئا ۽ مون کي ياد هئا سي هن طرح ڪتابي صورت ۾ آندا اٿم:

۱- سندن حضور ۾ پهريائين جڏهن ٿيون آيس، تڏهن مون کي آسر جي وقت ارشاد ڏنائون ۽ مشرف ٿيڻ کان مشغولي(۲) ۾ رهيس صبح صادق ٿيو ته مون کي بشارت ڏنائون ته توهان جو ڪم ٿي ويو. عرض

ڪيم ته آئنده ڪهڙيءَ طرح رهان؟ جواب ۾ هي
مصرع ارشاد فرمايائون ته:-
”هرجا ڪه باشي، با خدا باش“ (٣)
سمجهائي لاءِ ڪوريءَ جو مثال ڏنائون ته جهڙيءَ
طرح ڪوري اٽڻ وقت نار کي هلائي ٿو. جا هڪ طرف
کان ٻئي طرف اچي ۽ وڃي ٿي، تيئن ”پساهه“ کي به
ذڪر الاهي ۾ هلاءِ:-
”ذڪر گو ذڪر تاترا جان است، پاڪئي دل ز ذڪر
رحمٰن است“ (٤)
٢- هن بنده کي هڪ دفعي گلا (٥) جهڙي گناهه جو
دل ۾ خيال آيو، انهيءَ خيال ۾ جڏهن سندن حضور
۾ آيس ته ازخود هي بيت پڙهيائون:-
”چون بود هر روز در عالم پديد، از گناهان توبه مي بايد
گزيد“ (٦)-
٣- هڪ دفعي سندن خدمت ۾ سهوسي (٧) متعلق سوال
ڪيم ته اها طريقت ۾ ڪيئن آهي؟ پاڻ ارشاد ۾
هڪ مثال ڏنائون ته ”هڪ ڪيميا گر ڪنهن پيرصاحب
وٽ، مريد ٿيڻ لاءِ ويو. مرشد هن کي ’توجه‘ ڏيئي
ذڪر ۾ مشغول رکايو. خواب ۾ جڏهن مرشد جي
زيارت ڪيائين ته ڪيميا ٺاهڻ شروع ڪيائين، انهيءَ
ارادي سان ته ڪيميا ٺاهي سندن اڳيان رکان ٽامو
وغيره ڪٺيءَ ۾ وڌائين، انهيءَ لاءِ ته مرشد انهي
۾ اڪسير اوتيه، مرشد ان خواب ۾ ڪيس لت هڻي

ڪيڏي ۽ چيائين ته تون مون وٽ خدا واسطي آيو هئين يا دنيا جي طلب لاءِ؟'' انهيءَ مان آءٌ سمجهي ويس ته ڪيميا جي طلب، خدا ڪان پري ڪري ٿي.

٤- 'حڪمت' بابت عرض ڪيم ته انهيءَ بابت ڇا حڪم آهي؟ آيا هن جو ڪرڻ جائز آهي يا نه؟ جواب ڏنائون ته:-

ما خلقنا السمٰوات والارض وما بينهما باطلا (٨)

٥- عورتن متعلق هڪ دفعي عرض ڪيم ته آهي الله جي طرف ڪيئن آهن؟ پاڻ فرمايائون ته خدا تعالىٰ جي راهه ۾ اڪثر عورتون گمراه آهن. حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته:

''النساءُ حبائل الشيطان'' (٩)

٦- هڪ ڏينهن مراقبي ۾ ويٺو هوس ته اڏين معلوم ٿيو ته مٿو وڃي آسمان سان لڳو آهه، ڪلها وڃي آسمان سان ڇهنيا آهن. بدن جي ڪشادگي زمين ۽ آسمان ۾ پکڙجي ويئي آهي. عرض ڪيم ته اها ڪهڙي حالت آهي؟ جواب فرمايائون ته:-

'افمن شرح الله صدره' للاسلام فهو علىٰ نور من ربه' (١٠)

٧- عرض ڪيم ته جيترو گهڻو متوجه ٿيان ٿو، اوتري گهڻي رجوعات ٿئي ٿي. مون کي ڊپ ٿئي ٿو ته متان مشهوري ٿئي. ڏينهن ماڻهن جو ايڏو هجوم

منهنجي متوجه ٿيڻ کان هٽائي وجهي. پاڻ فرمايائون
ته ائين ڪونهي. بلڪ :-

"فاذڪروني اذڪرڪم وشڪروا لي" (١١)

٨- عرض ڪيم ته فقيرن (١٢) کي زهد ڪهڙيءَ طرح
ڪرڻ گهرجي؟ فرمايائون ته حضرت محمد صلي الله
عليه وسلم جن جي اها عادت مبارڪ هوندي هئي ته
جڏهن به گهر ۾ ايندا هئا تڏهن پڇندا هئا ته گهر ۾
ڪا شيءِ کائڻ لاءِ موجود آهي؟ جيڪڏهن ڪا
شئي موجود هوندي هئي ته کائيندا هئا نه ته روزو
رکندا هئا. اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ جي مرضي معلوم
ڪندا هئا. انهيءَ موجب عمل ڪندا هئا ته روزو
رکڻو آهي يا ڪجهه کائڻو آهي.

٩- مرشد جي باري ۾ عرض ڪيم ته اهي ڇاجي لاءِ
آيل آهن؟ فرمايائون ته شاهي داغ لاءِ آيل آهن
جنهن کي داغ ڏنائون ته اها بادشاهه جي ملڪيت
ٿي، جنهن تي ڪابه پڇا ڪانهي. مون پاڻ ائين
ڏٺو ته هڪ ڏينهن بدين جي صالح ۽ نيڪ ماڻهن
جي ٽولي جا ميمڻ خاندان مان هئي. حضرت
جن جي اڳيان آئي انهن سان گڏ هڪ بدعتي شخص (١٣)
به هو. حضرت جن هن ڏانهن گهڻو پئي نهاريو
حالانڪ هن شخص ملاقات به نه ڪئي. ماڻهن جي
وڃڻ تي سندن خدمت ۾ انهيءَ ماڻهو ڏانهن بار بار
ڏسڻ بابت عرض ڪيم. جواب ڏنائون ته هن شخص

جي قلب ۾ اسان جو توجہ آهي، ٻر ياد ڪونہ ٿو اچي تہ ڪيس ڪڏهن توجہ ڏنہ ويو آهي. جڏهن پاڻ اندر حويلي ڏي روانا ٿيا تہ آءٌ انهيءَ جماعت جي پويان ويس. شيخ ايوب جي مقام وٽ وڃي ڪين پهتس. انهيءَ شخص ڪان پڇيم تہ توهان ڪڏهن ڪنهن شيخ ڪان 'خدا جو اسم' ورتو آهي چيائين تہ مون کي ياد اچي ٿو تہ ٻاراڻي عمر ۾ هڪ دفعي آءٌ پنهنجي پيءُ سان گڏجي حضرت شيخ محمد قدس سره' (١٤) جي خانگاه تي ويس. ان وقت حضرت شيخ صاحب جن حرمين شريف ويل هئا. سندن جاء تي هڪ ٻيو شخص (١٥) ويٺل هو. سندن خدمت ۾ ۾ منهنجي والد صاحب عرض ڪيو تہ هي غلام اوهان جو مريد آهي هن کي توجہ ڏيڻ فرمايو. هن ڪان سواءِ مون ٻيو ڪو مرشد يا پير نہ ورتو آهي. جڏهن آءٌ واپس آيس تڏهن حضرت جن مون ڪان غيرحاضري متعلق پڇيو. سندن خدمت ۾ سڄو قصو عرض ڪيم پاڻ فرمايائون تہ هي اُهو شخص هو جنهن جي قلب تي اسان جي توجہ جو نشان هو. هن مان معلوم ٿيو تہ پنهنجي داغ کي سڃاڻائون ٿي.

١٠- هڪ دفعي عرض ڪيم تہ هن زماني جا ولي ڪهڙي طرح جا آهن؟ ارشاد ٿيو تہ ٿورو کائين ٿا ۽ ٿورو ڳالهائين ٿا.

١١- هڪ ڏينهن سندن حضور ۾ حاضر هوس ته چشتي پيرزادن (١٦) جي خاندان مان، جن پاڻ کي پير يا شيخ ٿي سڏايو، هڪ خط لکي پنهنجي مريد کي ڏنئي، حضرت جن ڏانهن موڪليو ته جيئن پاڻ ۾ اچ وڃ جو سلسلو شروع ٿئي، ته جيئن قدم بوسي ڪري سگهجي. حضرت جن خط کي پڙهيو پر ڪوبه جواب نه ڏنائون. ۽ نه وري ڪو سنيهو يا سلام موڪليائون. انهيءَ تي فدوي عرض ڪيو ته قبلا سائين مون کي عجب ٿو لڳي ته خط جو جواب ته نهيو پر زباني ڪو حال احوال به نه موڪليوَ. انهيءَ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي، پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن جواب لکون ها يا سلام موڪليون ها ته انهيءَ مان واقفيت پيدا ٿئي ها، ۽ واقفيت ڪري انهن جو اچڻ ٿئي ها؛ ليڪن انهن ۾ بدعت جي رسم آهي، ڪتا پڻ ڏاريل اٿن. هتي اسان وٽ بدعتين ۽ ڪتن وارن لاءِ جاءِ ڪانهي. اسان کي اهڙن پيرن جي خدمت ڪرڻ نه گهرجي، انهيءَ ڪري هو رنج ٿيندا ۽ گلا ڪندا پر اها گلا اسان جي لاءِ، انهيءَ خدمت کان چڱي آهي.

١٢- هڪ روز هيءَ حڪايت فرمايائون ته: حضرت سلطان العارفين (١٧) جي وقت ۾ هڪ شيخ هو، جنهن جي مريد حج تي وڃڻ جو ارادو ڪيو. جڏهن اهو ارادو پنهنجي مرشد وٽ ظاهر ڪيائين،

تڏهن سندس شيخ چيس ته حج کان اڳ ۾ حضرت سلطان العارفين جي زيارت لاءِ وڃ. جڏهن اهو مريد سلطان جي خدمت ۾ پهتو. تڏهن حضرت بايزيد قدس سره کانئس پڇيو ته پنهنجي پير جي مناقبن مان ڪجهه بيان ڪر، تنهن تي ان مريد چيو ته هڪ ڏينهن منهنجي مرشد فرمايو ته جيڪڏهن خداتعاليٰ سڄي خلقت جي خوراڪ منهنجي سپرد ڪري، زمين کي لوهه يعني خشڪ ڪري، مينهن پڻ نه وسي، سخت ڏڪار پئجي وڃي ته به مون کي اهو خوف نه ٿيندو ته اهي ڪٿان کائيندا؟ حضرت سيدالعارفين چيو ته سبحان الله اهو بزرگ مشرڪ آهي. مريد واپس پنهنجي مرشد وٽ آيو ۽ سڄي ڳالهه سندس خدمت ۾ عرض رکيائين. سندس پير ان بابت حضرت بايزيد قدس سره کان لکي پڇيو. حضرت خواجه بايزيد جواب ۾ لکيو ته بايزيد ڪجهه به نه آهي جو ان جو جواب لکي. انتها انهيءَ ۾ جواب به اچي ويو ته الله تعاليٰ جي هستي کان سواءِ ٻي ڪابه هستي ڪانهي جا ڪجهه ڪري سگهي.

١٣- مرشد ڪريمن کان پڇيم ته آءٌ جتي به رهان ٿو ته اُتي جا ماڻهو منهنجا دشمن ٿيو وڃن ۽ مون کي تڪليفون پهچائين ٿا. جواب ڏنائون ته هر نبي جا مخالف به هئا ۽ کين هر قسم جون تڪليفون ڏيندا هئا؛ "ڪذالڪ جعلنا لڪل نبي عدوا من المجرمين ٥" (١٨)

١٤- وري پڇيم ته ڪابه آڏاري شيءِ ڪنهن ڪان به گهران ٿو ته هو انڪار ڪري ٿو ۽ اها شيءِ مون کي نٿي ملي. جواب ۾ هيءَ مصرع فرمايائون ته:

"هر ڪرا خواهد خدا گروي نه ڪرد ديگران" (١٩)

١٥- عرض ڪيم ته ڪنهن کان رنجيدو ٿو ٿيان ته وري ان کان خوش ڪونه ٿو ٿيان مون تي توجه ڪريو ته جيئن اها خراب عادت نڪري وڃي. جواب ڏنائون ته منهنجي عادت پڻ اهڙي آهي.

١٦- چيم ته منهنجي وجود اندر غيرت تمام گهڻي آهي. انهيءَ جو ڇا سبب آهي؟ انهيءَ جي جواب ۾ هي حديث فرمايائون ته:

المؤمن غيورا و انا غيور والله اغيرمني (٢٠)

١٧- عرض ڪيم عارفن کي ڪهڙو ڪم سپرد ڪيل آهي؟ فرمايائون ته:

رهے عقل جز پيچ پرهيچ نيست، بر عارفان جز خدا هيچ نيست (٢١).

١٨- هڪ ڏينهن عرض ڪيم ته ڪنهن به جاهل اڻپڙهيل کي خدا تعاليٰ، قطب جي درجي پهچائي ٿو يا نه ۽ ائين جائز آهي؟ فرمايائون ته علم ظاهري کان سواءِ قطب ڪري ته درست آهي، جيئن آڳاٽي وقت ۾ الله تعاليٰ هڪ اڻ پڙهيل کي قطب المدار ڪيو. ملائڪن کي حسد ٿيو ته هي ظاهر ۾ پڙهيل نه آهي- پر هيءُ ڪيئن انهيءَ درجي تي پهتو. پاڻ

۾ صلاح ڪيائون تہ الله تعاليٰ کان اجازت وٺي هن سان مناظره ڪجي، الله تعاليٰ کان اجازت وٺي وٽس آيا، پاڻ ۾ ٺهراءُ ڪري حضرت موسيٰ عليه السلام جو طورسينا تي بيهوش ٿي وڃڻ جو قصد ان کان پڇڻ لڳا. تنهن تي ان بزرگ جواب ڏنو تہ مون علم نہ پڙهيو آهي جو جواب ڏيان يا ان جو بيان ڪريان پر متوجہ ٿي ويٺو. اهو سا گهيو حال استغراق واري حالت ۾ ڏنائين ۽ چيائين تہ هي سوال تہ نہ پڇيو اٿو انهيءَ تي ملائڪن کي تسلي ٿي ويئي. پاڻ فرمايائون تہ انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ جنهن کي الله تعاليٰ اهڙو علم ڏي تہ اهو جائز آهي.

۴۹- سوال ڪيم تہ ڇا اهي بہ قيامت جي نشانين مان آهن جنهن مطابق ٿي شيون ماڻهن جي مثال هونديون ڀهرون ڪانڻ پيئڻ، سمهڻ- اٿڻ ويهڻ ، وغيره ۾ بہ ماڻهن وانگر محتاج هئڻ ۽ ٿيون حسب و نسب اولاد ۾ اضافو ٿيندو، ڪثرت ڪري هڪبئي کي سڃاڻي نہ سگهندا. پر انهيءَ حالت ۾ ولي، ولي کي سڃاڻندڙ هوندا. انهيءَ تي نقل فرمايائون تہ حضرت بايزيد هڪ ڏينهن بسطام جي شهر ۾ آيو. ماڻهن بادشاه کي خبر ڏني تہ اهو ديوانو جو ماڻهن کي ٺڳي ٿو، شهر ۾ آيو آهي. بادشاه حڪم ڏنو تہ ڇوڪرن کي چئو تہ کيس ٺڪر ۽ پٿر هڻي شهر کان ٻاهر تڙي ڪڍن. ماڻهن ۽ ڇوڪرن کيس

أيترا تہ پٽ ھڻيا جو سندس پيشاني مبارڪ ڦٽجي پئي ۽ بايزيد رت وھندڙ حالت ۾ واپس جھنگل ۾ ھليو ويو. انھيءَ جھنگ ۾ ھڪ ولين جي جماعت رھندڙ ھئي، تن کي جڏھن اھو معلوم ٿيو، تڏھن حضرت بايزيد کي ڳولڻ لاءِ نڪتا تہ اوچتو ھڪ وڏو ڪاريھر نانگ ڏٺائون جو حيران ۽ پريشان حالت ۾ ھليو پئي ۽ ائين پئي معلوم ٿيو تہ اھو نانگ ڪنھن جي تلاش ۾ آھي پڇيائونس تہ تون ڇا لاءِ حيران ٿيو آھين ۽ ڇا ٿو ڳولين؟ جواب ڏنائين تہ آءٌ سلطان العارفين کي پيو ڳوليان ڇيائونس تہ تون ان کي سڃاڻين ڇا؟ جواب ڏنائين تہ توھان اھڙا انڌا ٿي ويا آھيو جو پنھنجي ھم جنس کي بہ نٿا سڃاڻو ۽ ان کي زخمي ڪيو اٿو!

٢٠- سوال پڇيم تہ مرشد ڇا کي چئجي؟ فرمايائون تہ مرشد اھو آھي جو درياءَ وانگر اونھو ھجي. ظاھري خواہ باطني علم ۾ ھڪ جاءِ تي بيٺل نہ ھجي ۽ ان جو مريد ڪنھن مقام تي اڙيل نہ ھجي، ھروقت ان جو مددگار ھجي بلڪ قيامت جي ڏينھن بہ ان جو شافع ھجي، انھيءَ تي ھي نقل پڻ فرمايائون تہ ڪنھن مرشد، پنھنجي مريد کي ھڪ سؤ روپيہ ڏيئي ڪنھن ڪم لاءِ روانو ڪيو. مريد جڏھن شھر ۾ پھتو اتي ھڪ خوبصورت پيشہ ور عورت ڏٺائين. مريد ھڪدم ان عورت وٽ ھڪ سئو روپيہ جي

عيوض رات رهڻ جو فيصلو ڪيو. رات جو جڏهن گذجڻ جو ارادو ڪيائين ته پٽ مان هڪ هٿ ظاهر ٿيو ۽ انهيءَ مريد کي منهن تي اچي لڳو. اهو حال ڏسي ان پيشه ور عورت کي اچي ڏپ ورتو ۽ چيائين ته مان ڏجان ٿي. تون شايد ڪنهن ڪامل پير جو مريد آهين. هي پنهنجا پئسا واپس وٺ تون پاڻ ته خراب ٿئين پر مون کي خراب نه ڪر. مريد جڏهن اهو ڪم ڪري مرشد وٽ موٽي آيو تڏهن مرشد چيس ته مون کي ٻار يا ڇوڪر سمجهيو هو ڇا؟ ته مون کي خبر ڪانه پوندي. خبردار! اهڙو جڏو ڪم ڪڏهن به نه ڪرڻ گهرجي. اهي پئسا حرام جا ڪونه هئا جو حرام جي ڪم ۾ ضايع ٿين.

٢١- عرض ڪيم ته ماڻهو چون ٿا ته فلاڻو شيخ قبر ۾ ارشاد ڪري ٿو. ڇا اهو سچ آهي؟ پاڻ فرمايائون ته اها اڻ ٿيڻي آهي، جيڪڏهن ائين هجي ته سڀ حاجي حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم جي زيارت ڪرڻ سان ذاڪر- بنجي وڃن. ڇاڪاڻ ته انهن کي صدق ۽ شوق ڪافي هجي ٿو. جيڪڏهن ائين درست هجي ته پوءِ رسول الله صلعم جن به وفات ڪان پوءِ ارشاد ڪندا رهن ها ۽ ٻين پيرن جي گهرج نه هجي ها. هي ڪم ظاهر سان لاڳاپو رکي ٿو.

٢٢- عرض ڪيم ته مرشد جي جاءِ ۾ پنهنجي زال سان مباشرت ڪرڻ جائز آهي يا نه؟ جواب ۾ فرمايائون

ته اٿين ڪرڻ نه گهرجي مرشد جي جاءِ حرم وانگر آهي. انهيءَ تي تڪرار ورتم ۽ نياز سان عرض ڪيم ته قبلا سائين! اتفاق سان ڪو نئون پرڻيل مرد اچي، انهن جو نفس خواهش ڪري ۽ شهوت جو غلبو زياده محسوس ٿئي ته ان جو ڪهڙو علاج آهي. فرمايائون ته انهيءَ مڪان ڪان ٻاهر وڃي، پنهنجي زال سان گڏجي. انهيءَ گفتگو دوران مون ڏانهن نگاه ڪيائون، سمجهيم ته مؤخنث تي پيو آهيان. حضور ۾ عرض ڪيم ته حضرتا مون عام جي لاءِ پڇيو هو، آءٌ پاڻ نامرد ٿي پيو آهيان، فرمايائون ته مرشد جو مڪان حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙي وانگر آهي، اتي اهڙو ڪم نه ڪرڻ گهرجي ۽ مون ۾ اصليت جا آثار ظاهر ٿيا. پاڻ کي ساڳيو مرد ڄاتم.

٢- هڪ دفعي فرمايائون ته جڏهن مريد پهريائين اچي ٿو ته سڌن سان اچي ٿو. انهيءَ کان پوءِ مرشد جي محبت مان طلب پيدا ٿئي ٿي. مريد جو رابطو مرشد سان پهريائين ڪچي ڌاڳي جي مثل آهي. انهيءَ کان پوءِ فولاد جي زنجير وانگر ٿئي ٿو. جيڪڏهن مريد پڇڻ جي ڪري ته اهو زنجير ٽٽي نه سگهندو،

٣- عرض ڪيم ته مشغول ٿين ڪان اڳ ۾ ڪو به خطرو پنهنجي دل ۾ نظر ڪونه ٿي آيم. هاڻي مراقبي وقت هزارين خطرا اٿن ٿا، انهيءَ ۾ ڪهڙي حڪمت

رکيل آهي؟ جواب ڏنائون ته جهنگل ۾ هزارين
گدڙ، ڦيڪاريون، سوئر، ڪنهن به خوف کان سواء
شڪار ڪري سگهن ٿا. ليڪن انهيءَ ساڳئي جهنگ
۾ جڏهن شينهن اچي گجگوڙ جو آواز ڪري ٿو،
ته جهنگ جا سڀ جانور شينهن جي خوف کان
هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙڻ ڊڪڻ لڳن ٿا. ساڳيءَ طرح
"اسم ذات" جڏهن انسان جي وجود ۾ ظاهر يا پيدا
ٿئي ٿو ته ماسوا جا خطرا ڊوڙڻ ڊڪڻ لڳن ٿا. جهڙيءَ
طرح شينهن جي اچڻ ڪري جانور ڀڄن ٿا.
٢٥- عرض ڪيم ته ڪڏهن ڪڏهن غير واجبي، نامناسب
خيال دل ۾ مرشد جي طرف اٿن ٿا يا معلوم ٿين
ٿا. تنهن جو سبب ڇا آهي؟ فرمايائون ته اها مريد
جي وجود جي پليتي آهي. جا ظاهر ٿئي ٿي. جنهن
ڪري مريد پشيمان ٿئي ٿو ۽ اها پليتي پوءِ مرشد
جي مدد سان نڪري ٿي وڃي ٿي.
٢٦- خدا جي طلب پوري طرح ڪير ڪري سگهندو؟
جواب مليو ته نامرد کان ڪجهه به نه ٿيندو آهي.
چوري، ڌاڙو وغيره جهڙا گناهه به نامرد نه ڪري
سگهندو آهي. اهڙيءَ طرح خدا جي طلب به صرف
مردن کان ٿئي ٿي.
٢٧- عرض ڪيم ته مرد کي دنياوي تعلقات، خدا جي
طلب کان پري ٿا رکي سگهن ڇا؟ فرمايائون ته
مرد کي ڪابه شيءِ روڪي نٿي سگهي. ايتري قدر

جو ٻار، زال ۽ مال پوءِ، خدا جي ياد گيريءَ کان
روکي نٿا سگهن. (٢٢)

٢٨- عرض ڪيم ته مرد تي ڇا واجب آهي؟ پاڻ فرمايائون
ته مرد لاءِ صرف ڪوشش ڪرڻ آهي:-
"ليس الانسان الا ما سعي" (٢٣)

٢٩- پڇيم ته طالب حق کي ماڻهو ڏکوئيندا ۽ پريشان
ڪندا رهندا آهن. تنهن جو ڇا سبب آهي؟ پاڻ
فرمايائون ته جيڪڏهن حق جي طالب کي تڪليفون
نه ملن ته هو هڪ هنڌ ويهي رهندو. اڳتي وڌڻ جي
ڪوشش نه ڪندو. انهيءَ ڪري طالب کي تڪليفون
ڏياري، اڳتي وڌڻ جي طلب ڏياري وڃي ۽ خلق
کان بيزار ڪرايو وڃي ٿو. طالب لاءِ دنيا جي
روش (جا نا جنسيت جي ڪري ٿئي ٿي) ناموافقت
جو سبب ٿي پوي ٿي. طالب جو حال بي موافق
ٿيو پوي. اسان جي نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم
جو فرمان آهي ته:-
"فاصبر صبراً جميلا" (٢٤).

۽ ڪنهن عارف جو قول آهي:
"بي شکايت صبر تو ماشد جميل، باڪسي کم کن شکايت
اي خليل (٢٥)

٣١- عرض ڪيم ته جنهن کي گهڻو پسند ڪريان ٿو،
چاهي اُها زال، اولاد، ڪٽنب يا خاندان جا ماڻهو
هجن، دشمن ٿي پون ٿا ۽ مون کان نفرت ڪن

ٿا، تنهن جو ڇا سبب آهي. جواب فرمايائون تہ:
اهڙيءَ طرح لاڳاپا ٽٽن ٿا، انهيءَ ۾ انهن جو قصور
نہ آهي بلڪ خود طالب لاءِ ائين ڪرايو وڃي ٿو
جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي کي گهرندو آهي تڏهن
ايئن ٿي ٿيندو آهي.

٣١- هڪ ڏينهن مراقبي ۾ ويٺو هوس تہ اوچتو بي آرامي
پيدا ٿيڻ لڳي. دل ۾ خيال ڪيم تہ ٻاهر وڃي
ڪجهہ سير ڪريان پوءِ موٽي اچي مراقبو ڪريان.
انهيءَ خيال سان ٻاهر نڪتس تہ اوچتو سرڪاري
ڪارپردازن مون کي جهلي، بيگر ۾ هنيو. هڪ وڏو
۽ ڳرو ٽوڪرو مٿي تي کڻايائون، ۽ ڇهڪ بہ هنيائون
پنڌ بہ پري هو. ٻار ڪري حيران ۽ پريشان هوس
تہ اوچتو انهن نوڪرن سان هڪ کي اچي پيٽ
۾ سور ٿيو. الله تعاليٰ انهن جي دل ۾ وڌو تہ هي
ڪو فقير ٿو ڏسجي. هن کي ڇڏي ڏيو. پوءِ مون
کي آزاد ڪيائون. جڏهن موٽي آيس تہ حضرت
جن مسجد شريف ۾ ويٺا هئا. مون کي ڏسي مرڪيا
۽ هي نقل فرمايائون تہ هڪ ڦيڪاري سير پئي ڪيو.
هڪ ميدان ڏٺائين جو تمام سنئون سڌو ۽ صاف هو
دل ۾ چيائين تہ هي ميدان ڊوڙڻ لاءِ واه جو آهي
اجا ايترو چئي بس ڪيائين تہ پري کان شڪاري
ڪتن کي ايندو ڏٺائين، تڏهن ڦيڪاري چيو تہ
الله تعاليٰ بہ مزو ڪري ڏيکاريو مون تہ مسخري

ٿي ڪئي. پر خدا تعاليٰ سچ ڪري ڏيکاريو. مون انهيءَ مان هي نتيجو ڪڍيو ڇاڪاڻ ته پنهنجي نفس جي مراد سبب ٻاهر نڪتس انهيءَ ڪري اها تڪليف پيش آيم.

٣٢- هڪ ڏينهن فرمايائون ته ڪو درويش هڪ وڻ جي هيٺان ويٺو هو. درويش پنهنجي جسم ڏي ڏٺو ته سندس بغلن جا وار، هٿن ۽ پيرن جا نُنهن وڌي ويا آهن انهيءَ تي چيائين ته منهنجا مولا! اهڙو غريب ٿي ويو آهيان جو پاڪي يا نهيرڻ ميسر نه ڪري ڏنو اٿئي. جو انهن سان شرعي حاجت پوري ڪريان ايترو چئي بس ڪيائين ته اهو سڄو وڻ سون ٿي ويو تڏهن هن درويش چيو ته مون چرچو ٿي ڪيو منهنجي صرف انهيءَ چوڻ تي، تو سچ ڪري ڏيکاريو منهنجي تنهنجي در تي توبه آهي ۽ سڀڪجهه تنهنجي حوالي آهي.

٣٣- عرض ڪيم ته انسان جي حقيقت ڇا آهي؟ فرمايائون ته جڏهن ڪوبه ضعيف ۽ ڏٻرو انسان تمام ڳرو بار کڻندو آهي، ته ماڻهو چوندا آهن ته هن جاهل ڪيڏو نه پاڻ تي ظلم ڪيو آهي! جو وت کان ٻاهر بار کنيو اٿس.

٣٤- عرض ڪيم ته خدا تعاليٰ جي پيغمبر حضرت محمد صلعم کان پوءِ ڪهڙو صاحب قطب المدار هو؟ ته طريقه نقشبندي جي سلسلي کي شروع ڪري ڏنائون(٢٦)

جڏهن حضرت مجدد الف ثاني تي پهتا ته اڳتي پڇيم تڏهن حضرت خواجه شيخ ابوالمساڪين تي پهتا ۽ اُتي بس ڪيائون. بيو ڪوبه نالو نه ڪنيائون تڏهن عرض ڪيم ته انهيءَ ڪان پوءِ، ته فرمايائون، اهو جو تنهن جي اڳيان ويٺو گفتگو ڪري، يا جنهن سان تون ويٺو گفتگو ڪرين (٢٧).

٣٥- پڇيم ته قطب گهڻا آهن؟ فرمايائون ته هڪڙو "قطب المدار" آهي، الله تعاليٰ جا سڀ ڪم انهيءَ طرف رجوع آهن. جهڙوڪ مخلوقات جو رزق، برسات جو پوڻ، باد شاهتون ۽ ملائڪن جا ڪم وغيره بيو قطب الارشاد آهي بعضي ائين به ٿيو آهي ته مداريت ۽ ارشاديت هڪ ئي ۾ موجود آهن.

٣٦- پڇيم ته غوث، هڪ زماني ۾ هڪ ئي ٿئي ٿو يا گهڻا ٿين ٿا؟ جواب ۾ فرمايائون ته هڪڙوئي ٿيندو آهي.

٣٧- عرض ڪيم ته "قل سيرو في الارض........"(٢٨) جي سلوڪ وارن وٽ ڪهڙي معنيٰ آهي؟ فرمايائون ته هڪ هنڌ ويهي قلب جي اک سان سڄي جهان کي ڏسي.

٣٨- سوال پڇيم ته انا عرضنا الامانت علي السمٰوات والارض (٢٩) ۾ امانت مان ڇا مراد آهي؟ ۽ اها ڪهڙي امانت آهي؟ هن آية ڪريمه ۾ انسان کي جاهل ۽ ظالم ڇو چيو ويو آهي؟ فرمايائون ته ظاهر جي

عالمن وٽ نماز، روزي، امر ونهي کي امانت ڇڏيو ويو آهي. پر عارفن وٽ اها امانت پنج جواهر عالم (٣٠) جا آهن. جي جڏهن اصل تي پهچندا ته امانت ادا ٿي چڪي.

٣٩- عرض ڪيم ته منهنجو واسطو ڀهراڙيءَ سان آهي. بعض دفعي ڪي ماڻهو مسئلا پڇن ٿا، ته انهن کي انهن مسئلن جو جواب ڏيان يا نه؟ جواب ڏنائون ته مفتي نه ٿجي، باقي هن طرح چوڻ ۾ ڪو هرج نه آهي ته فلاڻي ڪتاب ۾ هن طرح لکيل آهي. وڌيڪ توهان جو اختيار آهي.

٤٠- عرض ڪيم ته قاضي ٿيڻ ڪيئن آهي؟ يعني چڱو آهي يا نه؟ پاڻ فرمايائون ته منهنجي راءِ آهي ته قاضي ٿيڻ نه گهرجي. جيڪڏهن ڪو ٿيڻ چاهي ته پنهنجي اختيار تي ٿيلي ٿئي. پر فقير جي رضا، قضا ۾ ڪانه آهي. يعني آءٌ پنهنجن درويشن جي قاضي ٿيڻ ۾ رضامند نه آهيان.

٤١- پڇيم ته سنڌ ۾ عام طرح اها رسم رائج آهي ته جيڪو به خيرات ۽ صدقو ڪيو وڃي ٿو ته طعام کائڻ کان پوءِ ختمي جي دعا پڙهندا آهن. اهو ڪيئن آهي؟ فرمايائون ته اها رسم گهٽ پڙهيلن جي طرف کان رائج ٿيل آهي ائين نه ڪرڻ گهرجي بلڪ سورة فاتح پڙهڻ گهرجي، هڪ دفعي حضرت جن سان هڪ دعوت ۾ شريڪ ٿيس، هڪ ئي ٿانءَ ۾

سائين گڏجي ڪائڻ جو موقعو مليو. پاڻ ڪاڌي ڪائڻ
کان پوءِ سوره فاتح پڙهيائون.

٤٢- پڇيم ته بعض قرآن شريف کي پڙهي ۽ سندس ختمو
اول پيغمبر ڪريم صلعم جن کان پوءِ پنجتن ۽ اهلبيت
اصحاب ڪرام ۽ جملي مومنن کي بخشين ٿا ائين
ٺيڪ گهرجي يا نه؟ فرمايائون ته اهو ائين آهي ته جو
هڪ جي اڳيان هديه رکي، اهو ساڳيو هديه ٻئي
جي اڳيان رکجي. اهڙيءَ طرح ڪرڻ نه گهرجي
ڪجهه پڙهي هڪ کي بخشجي، وري ٻيو پڙهي ٻئي
کي بخشڻ گهرجي.

٤٣- پڇيم ته ظاهر جا عالم چون ٿا ته اسان انبياءَ سڳورن
جا وارث آهيون. فرمايائون ته کهڙو ورثو هٿ
ڪيو اٿن، اختلافي مسئلا پيدا ڪري خلق کي
آزارين ٿا. نبين جا وارث آهي آهن جي پيغمبرن
جو 'حال' هٿ آڻين.

٤٤- هڪ دفعي سندن جتي مبارڪ، غلام کي پائڻ لاءِ
عنايت ڪيائون، مون عرض ڪيو ته جيڪڏهن فرمايو
ته ان مان ٽوپي ٺهرايان، باقي پير ۾ پائڻ بي ادبي
آهي، تنهن تي فرمايائون ته الامر فوق الادب يعني
حڪم، ادب کان مٿانهون آهي.

٤٥- عرض ڪيم ته مرشد هميشه خدا جي طرف رجوع
هوندو آهي. پوءِ هو خلق جي طرف ڪيئن متوجه
ٿي سگهندو؟ فرمايائون ته مرشد ڪامل ذوالوجهين

آهي. هڪ طرف الله سان ته ٻئي طرف خلق سان
متوجه آهي.

۴۶- عرض ڪيم ته مريد جو احوال مرشد پاڻ ڏسي ٿو
يا ملائڪن جي ذريعي ڪيئن معلوم ٿئي ٿو؟ فرمايائون
ته سڀڪنهن طرح سان ڪيئن احوال معلوم ٿئي ٿو.

۴۷- طالب جي لاءِ فضيلت نسبت عرض ڪيم. فرمايائون
ته اهو ذڪر جو مرشد ذريعي مريد کي مليو آهي،
اهو قبر ۾ به هوندو بلڪ ان جي خاڪ ۽ هڏن ۾
به هوندو، قيامت جي ڏينهن به هوندو ۽ بهشت ۾
به هوندو بلڪ هميشه گڏ هوندو ڪڏهن به نه ويندو.
جڏهن قيامت جي ڏينهن نالا پڪاريا ويندا. عمل
توريا ويندا ته جن طالبن جا نالا تورن عملن ۾ داخل
هوندا ته ملائڪ چوندا ته سندس عمل ٿورا آهن پوءِ
هي مرد صالح ڪيئن ٿيو؟ تڏهن الله تعاليٰ فرمائيندو
ته انهن جو راز مون سان آهي، ۽ انهن جو دفتر
مون وٽ آهي. خدا تعاليٰ انهن جو درجو ايترو ته
وڌائيندو جو اول ۽ آخر جي خلق حيرت ۾ پئجي
ويندي. سبحان الله! شايد اسين انهيءَ ٽولي ۾ آياسون
جو هن جماعت جا مناقب سڄي خلق کان مٿاهان ٿيا.

۴۸- هي پڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ جا ملائڪ مقرر آهن
جي تهجد (۳۱) جي وقت ۾ گهٽين، شهرن، مسجدن
۽ گهرن ۾ گهمن ٿا ۽ ڳولين ٿا ته ڪي خدا جي
ذڪر ۾ به آهن يا نه؟ جڏهن ڪنهن شخص کي

الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ مشغول ڏسن ٿا ته هڪيئي ڪي سڏين ٿا ته اچي ڏسو ته هي شخص الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ مشغول آهي، هلو ته هن شخص جي هن ڪم کي خوشيءَ سان پهچايون.

٤٩- هڪ دفعي فرمايائون ته هڪ ڏينهن حضرت رسالت پناهه صلعم شيطان کي ڏٺو زرد رنگ، ضعيف ۽ ڏٻرو ٿي ويو آهي. پڇيائونس ته توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ چيائين ته مون کي انهن شخصن انهن حالت ۾ آندو آهي جي رات جو خدا واسطي اٿن ٿا. صبح جي نماز کان پوءِ اشراق (٣٢) جي نماز تائين خدا جي ذڪر ۾ مصروف رهن ٿا. اشراق پڙهڻ ڪري منهنجي دام مان نڪري وڃن ٿا. انهن جي غم ۾ ايتري قدر ڏٻرو ٿي ويو آهيان.

٥٠- حضرت پير دستگير کي ڏٺم ته پڻ هميشه اشراق کان پوءِ مسجد کان ٻاهر نڪرندا هئا، ۽ تاڪيد ڪندا هئا ته جيڪڏهن ماءُ پيءُ جو جنازو به پيل هجي، ته به عصر کان مغرب تائين ۽ فجر کان اشراق تائين هرگز مشغولي کي نه ڇڏجي.

٥١- پڇيم ته مرڻ کان پوءِ به ترقي ٿئي ٿي؟ فرمايائون ته جيڪڏهن طلب ۾ مري ويو ۽ مرڻ وقت مشغولي ۾ هوندو ته ترقي ٿيندي رهندي.

٥٢- پڇيو ته جيڪڏهن مريد مري وڃي ۽ مرشد جيئرو هجي ته مريد جو ڪهڙو حال ٿيندو يا جيڪڏهن

مرشد گذاري وڃي ته مريد جو ڪهڙو حال ٿيندو؟
پاڻ فرمايائون ته جي مريد اڳ ۾ گذاري ويو ته
پوءِ ان جو وسيلو مرشد آهي، جو ڪيس ارشاد ڪري
ٿو. پر جيڪڏهن مرشد اڳ ۾ رحلت ڪري ويو
ته مريد جو وسيلو اُتي اڳيئي آهي جو ٻنهي حالتن
۾ مريد لاءِ وسيلو آهي. انهن ٻنهي حالتن ۾ مريد
جو فائدو آهي.

٥٣- عرض ڪيم ته گهڻا نماز پڙهن ٿا. ڪي صلوات ته
ڪي روزي ۽ تسبيح ۾ مشغول آهن. سڀ ڪو الله تعاليٰ
جي طلب ٿو ڪري پر تعجب آهي جو ڪين خدا تعاليٰ
جو وصال نصيب نٿو ٿئي. تنهن جو ڇا سبب آهي؟
فرمايائون ته انهيءَ جا ٻه سبب آهن. هڪ ته انهن
جي عبادت، وصال جي طلب لاءِ نه آهي. ٻيو ته
انهن کي ترقي جي ترتيب هٿ نٿي اچي. مبتدي،
منتهي جو ذڪر ڪن ٿا. تنهنڪري هو وصال جي
نعمت کي حاصل نٿا ڪري سگهن.

٥٤- ميان امين محمد داسوڙي قدس سره جي مريدن مان
هڪ مريد نالي جلال ڪي، حضرت پير دستگير وٽ
موليٰ جي طلب لاءِ ويو. حضرت جن ان کي جاءِ
تي ويهاريو. جڏهن ڏينهن جا ٻه پهر گذريا ته ڪيس
گهرائي پڇا ڪيائونس ته پاڻ کي ڇا ٿو سمجهين؟
چيائين ته جو شغل مون کي مليل هو، سو مون
کان هليو ويو. وري ڪيس ويهاريائون، ڪافي عرصي

کان پوءِ پڇيائون ته هاڻ تنهنجو ڪهڙو حال آهي؟
عرض ڪيائين ته سڀ ذڪراذڪار هليو ويو، جهڙو
ميان امين محمد جي مشغولي کان اڳ هوس، اهڙو ئي
خالي آهيان. وري نئين سر نئين وانگر ذڪر قلبي
۾ مشغول ڪيائين. غلام عرض ڪيو ته انهيءَ ۾
ڪهڙي حڪمت هئي؟ انهن جي مرشد جا مناقب
گهٽا ئي پڌا اٿم. فرمايائون ته اصل ۾ خرابي آهي.
عرض ڪيم ته انهن جو طريقو ته ”نقشبندي“ آهي!
فرمايائون ته طريقي ۾ غلطي ڪئي اٿن. عرض ڪيم
ته ڪهڙي غلطي ڪئي اٿن، فرمايائون ته انهن جو
جو اصل شيخ آدم بنوري رحہ (٣٣) آهي. هن مرشد
جي اجازت کان سواءِ ارشاد ڪيو آهي. تنهنڪري
هنن جي ترقي نٿي ٿئي. اهڙيءَ طرح لطيفن (٣٤)
جي مڪان، ظاهر و باطن ۾ پنهنجن حضراتن سان
مخالفت ڪئي اٿن. جيئن ته ڪنهن به هڪ ڏينهن
ميان جنيدي، جو ميان امين محمد جو مرشد هو،
گڏ ٿين ٿا. اتي مولود وغيره پڙهن ٿا. جهڙيءَ طرح
ٻين طريقن ۾ آهي. طريقه نقشبندي عاليه ۾ ائين نٿو
ڪيو وڃي. مؤلف چوي ٿو ته انهيءَ مان واضح ٿيو
ته صاحب الوقت جي اجازت کان سواءِ ڪو به شغل
ترقي نٿو ڪري سگهي. ان جي توصل کان سواءِ
ترقي نه ٿيندي جيتوڻيڪ قرآن پاڪ جي حڪمن
موجب روزا، نمازون، حج ۽ ٻئي عبادت وغيره برابر

هجي. پر اهو ان لاءِ ڪافي آهي جو نيڪن جي صحبت ۾ هجي.

٥٥- پڇيم ته ڪن جماعتن جي ماڻهن جو چوڻ آهي ته ڪڏهن ڪي بزرگ غير شرعي حالت ۾ مخفي رهن ٿا جهڙيءَ طرح بدعتي، بد پيشه عورتون، ڪدڙا وغيره اها ڳالهه صحيح آهي يا نه؟ فرمايائون ته:

"الا إن اوليائه' الاالمتقون" (٣٥)

"سخن صاف مرشد شنو اے جوان، كه غرضے ندارد بداني عيان؛ عمل عارفان بر قرآن و حديث، هر آن كه ندارد بود آن خبيث (٣٦).

٥٦- پڇيم ته عارفن وٽ 'پرهيز' جو مطلب ڇا آهي؟ فرمايائون ته الله تعاليٰ جي جمال کان سواءِ غير تي نظر نه ڪن.

٥٧- پڇيم ته خدا تي توڪل ڪهڙي طرح ڪئي وڃي؟ انهيءَ تي نقل فرمايائون ته هڪ درويش خدا تي توڪل رکي درياءَ جي ڪناري تي وڃي ويٺو. ڪجهه وقت کان پوءِ ڏٺائين ته هڪ گدرو درياءَ ۾ لڙهندو پيو اچي. نفس چوڻ لڳو ته درياءَ ۾ تري ڪڍي اچ. چيائين ته جيڪڏهن منهنجي نصيب ۾ هوندو ته ازخود ٻاهر ايندو. انهيءَ چوڻ سان گدرو نديءَ سان ڪناري تي اچلجي پيو. نفس چيو ته هاڻي زمين تي آيو آهي ڪڍي وٺ چيائين ته جي نصيب ۾ آهي ته منهنجي هٿ ۾ اچي پوندو. قدرت

الاهي سان گڏرو ٿيي اچي سندس هٿ ۾ پيو. نفس
چيس هاڻي تہ کاءُ. جواب ۾ نفس کي چيائين تہ
جيڪڏهن منهنجي قسمت ۾ هوندو تہ قارون قارون
ٿي پوندو. الله تعاليٰ جي قدرت سان قارون قارون
ٿي پيو. پوءِ ويهي کاڌائين. بارگاهہ الاهي مان الهام
ٿيس تہ اي درويش اچا توڪل جو پند پري آهي.
جيڪڏهن اچا بہ تحمل ڪرين ها تہ بي اختيار ميدو
ٿي تنهنجي پيٽ ۾ پوي ها. اها آهي پوري پوري
توڪل.

٥٨- عرض ڪيم تہ قلندر سڀ وار ڪوڙائي ٿا ڇڏين.
تنهن جو ڇا سبب آهي؟ جواب ۾ فرمايائون تہ هڪ
دفعي شاه قلندر (٣٧) کي پنهنجن وارن مان ڪراهت
اچڻ لڳي. الله تعاليٰ کان پنهنجن سيني وارن جي
ڇڻڻ لاءِ دعا گهريائين. سندس دعا قبول ٿي ۽
وار سڀ ڇڻي ويا. تنهنڪر قلندرن ۾ اها رسم هلندي
اچي. ۽ ائين تصور ڪن ٿا تہ گويا هو بہ قلندر آهن.
ان بعد پاڻ هي بيت پڙهيائون:-

هزار نکتہ باریک تراز موئے اینجاست، نہ هرکہ سر بتراشد
قلندري داند (٣٨)

٥٩ عرض ڪيم تہ جلالي (٣٩) ڏاڙهي ڇو نٿا رکن؟ پاڻ
فرمايائون ؛ شاه جهانيان (٤٠) سندن مرشد، شريعت
جو صاحب هو. ليڪن سندن مريدن مان هڪ مريد
جو ولايت جو صاحب هو؛ پنهنجي مرشد جي

اجازت ڳان سواءِ ”ارشاد“ ڏنائين. انهيءَ جي خبر جڏهن شاهه جلال کي پيئي، تڏهن کيس گهرائي تعزير ڏنائون. جنهن ۾ سندس ڏاڙهي پڻ ڪوڙي ويئي. جڏهن انهي حال ۾ اهو مريد پنهنجن مريدن ۾ ويو، تڏهن مريدن ڏاڙهي جي ڪوڙائڻ متعلق پڇيو ته، چيائين ته مرشد سائين جو اهوئي امر آهي. انهي تي سڀني ڪٽي ڏاڙهيون ڪوڙايون ۽ ان وقت کان وٺي اڄ تائين اها رسم جلالين ۾ هلندي اچي.

٦٠- عرض ڪيم ته شاهه جلال انهن سلسلي ۾ ڇو ڪوشش نه ڪئي فرمايائون ته شاهه گهڻي ڪوشش ڪئي مگر هڪ اهڙو واقعو در پيش آيو جنهنڪري اها رسم وڌيڪ مضبوط ٿي ويئي. وقت جي بادشاهه کي ڪا سخت مشڪلات در پيش آئي. مدد لاءِ شاهه صاحب کي عرض ڪيائين. شاهه جهانيان، ڏاڙهي ڪنڊ ر نه مريدن ڏي پيغام موڪليو ته انهي مشڪل ۾ بادشاهه جي مدد ڪن. سڀني ائين پئي سمجهيو ته انهي تڪليف ۾ اهي مريد ختم ٿي ويندا ليڪن خدا جي قدرت! جو انهن جي فتح ٿي. جڏهن ڪامياب ٿي بادشاهه وٽ آيا ته بادشاهه، هنن تي ڏاڍو مهربان ٿيو، انعامن ۽ اڪرامن سان کين نوازيائين. جڏهن اها خبر ٻين مريدن کي پيئي، تڏهن انهن پڻ اها رسم اختيار ڪئي.

٦١- عرض ڪيم تہ حضرت رسالتماب جن کان معلوم ڪريو تہ ڪيترائي اهل بيت، بدعت جا ڪم ڪن ٿا. جڏهن انهن کي روڪجي ٿو تہ چون ٿا ”اسان اهل بيت آهيون. حضور جن جو فرمان آهي تہ جو بہ شخص اهل بيت جي طرف تيزي جي نظر ڪندو سو بي ايمان ٿي ويندو.“ انهيءَ لاءِ ڇا ڪيو وڃي؟ ڪجهہ وقت کان پوءِ حضرت سلطان الاولياءَ مون کي پاڻ وٽ گهرائي چيو تہ حضرت رسالتماب جن فرمائين ٿا تہ اهڙن بدعتين کي جيڪڏهن ترار سان ماريو وڃي، تہ بہ اجازت آهي.

٦٢- هڪ دفعہ عرض ڪيم تہ سنڌ ۾ بي ديني عام آهي. ڇو نہ پاڻ ۾ گڏجي ”امر بالمعروف ونهي المنڪر“ يعني ”نيڪي جو حڪم ڪرڻ ۽ برن ڪمن کان منع ڪرڻ“ شروع ڪريون پاڻ فرمايائون تہ اهو ڪم تمام بهتر آهي. اسان جي پڻ اها خواهش آهي پر ڪجهہ صبر ڪريو تہ جيئن ملڪ جي حاڪمن مان ڪو بہ ديندار ٿئي تہ ڪم جاري ڪرڻ ۾ آساني ٿئي.

٦٣- عرض ڪيم تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ (٤١) جي گهڻي تعريف ٻڌڻ ۾ پيئي اچي سندن مرتبو ڇا آهي؟ فرمايائون تہ حضرت شاهہ صاحب، اسان جي طلب لاءِ هتي آيا هوا تہ ڪيس چيو ويو تہ جيڪڏهن خلق کي ڇڏي ڏين تہ پوءِ تو کي رستو ڏيکاريون“

ليڪن اها همت نہ ڪري سگھيو پر ڪيس توهان
وانگر ذڪر قلبي حاصل هو.

٦٤ هڪ دفعہ ميان موسن شاہ قبلہ طرف منهن ڪري
گاهہ پئي وڏيو تہ هڪ شخص اتان اچي لنگهيو.
ميان صاحب ان کي چيو تہ اتان جو اچي لنگهيو
آهين مون ڪعبہ شريف کي پئي ڏٺو. عرض ڪيم
تہ اهو ڪهڙي قسم جو فيض آهي؟ جواب ڏنائون
تہ عارفن وٽ انهي جو ڪوبہ مرتبو ۽ مان نہ آهي.

٦٥- عرض ڪيم تہ مخدوم محمد اسماعيل نالي هڪ ولي
پرديالہ ۾ بدجي پيو. ڇا ان وٽ فيض آهي؟ پاڻ
فرمايائون تہ اسان سڃاڻون ٿا. هن مڪان ڪان سواءِ
بي هند وڏيڪ فيض نہ آهي جيڪڏهين ڪٿي وڏيڪ
فيض ملي سگھي ها تہ ڪڏهين بہ منع نہ ڪريان
ها. ولي کي ولي ئي سڃاڻي ٿو.

٦٦- مون هڪ ڏينهن عرض ڪيو تہ قبلا! اهڙو توجهہ
فرمايو جو هڪ ئي پيري سان انتها حاصل ٿي وڃي.
فرمايائون تہ جيڪڏهين ناقص کي انتها جو فيض
ڏبو تہ سڙي خاڪ ٿي ويندو.

٦٧- عرض ڪيم تہ دل چاهي ٿي تہ گوشہ نشيني اختيار
ڪري مراقبہ ڪريان! فرمايائون تہ جيڪڏهن خدا
کي ياد ڪرڻو آهي تہ پوءِ سيڪو وڻ، ڇا لئي،
ڇا لاڻو، سڀ- گوشہ نشيني جي لاءِ آهن. سندي ۾

ڀاڪو آهي ته "هڙ ۾ هوئي تماڪ ته جهنگ مڙيئي ڏائرو." سيڪنهن حال ۾ خدا کي ياد ڪرڻ گهرجي.

٦٨- فرمايائون ته سيڪو ماڻهو محرم راز تي نٿو سگهي جو ان سان اهو حال اورجي، سڌڙيا ماڻهو اچن ٿا، جي صرف مرتبي جا طالب آهن. انهي تي نقل فرمايائون ته "هڪ ڏينهن خانقاهه ۾ ڪن بزرگن سان گڏ ويٺا هئاسين ته هڪ شخص آيو. گهڻي ڪيائين ته مونکي توجهه ڏيو. پر اهڙو مشغول ڪري اجازت ڏيو؛ جو منهن جا سنگتي جي ٻاهر ويٺا آهن تن کي وچي مشغول رکان يعني مريد ڪريان!" هن زماني جا ماڻهو اهڙي نموني جي طلب رکن ٿا. پر هتي منزل تي پهچڻ لاءِ طلب ۾ فاني ٿي سر ڏيڻو آهي. مشغولي ڪا چرچو نه آهي، جا ايترو آساني سان حاصل ٿي سگهندي.

٦٩- هڪ فقير نماز پئي پڙهي، سندس ڪپڙا ڦاٽل هئا ۽ اگهاڙو پئي ٿيو هڪ عورت فقير کي انهي حال ۾ ڏسي چيو ته شرم نٿو اچئي جو اوگهڙ سان نماز پيو ادا ڪرين! فقير جواب ۾ چيو ته الله تعالى کي عار نٿو ٿئي جو انجي نماز خراب ۽ ردي ڪپڙن ۾ پئي ادا ٿئي، مونکي جيڪي ڏنو اٿس، انهي حال سان پڙهان پيو. جيڪڏهين پنهنجي نماز چڱن ڪپڙن گهري ته هو قادر آهي، ڏيئي سگهي ٿو. بهرحال بندي کي هر حال ۾ کيس ياد ڪرڻو آهي.

٧٠- پڇيو ته جيڪڏهين پير جي اڳيان ڪا شيءِ رکيل هجي. مريد کي ان سا ڳيءَ شيءِ جي ضرورت هجي ته هو اها شيءِ گهري يا نه؟ فرمايائون ته اها شيءِ نه گهري. چاڪاڻ ته مريد جنهن شيءُ لاءِ سوالي آهي ۽ ڪيس اها خبر ڪانهي ته اها ڪهڙي حڪمت ڪري رکيل آهي.

٧١- هڪ دفعه عرض ڪيم ته بعضي ڪي مريد، ٻئي ڪنهن مريد هٿان پير لاءِ هديه موڪليندا آهن. پر جيڪڏهين آڻيندڙ ان کي استعمال ڪري ڇڏي ته پوءِ ڪيئن آهي؟

پاڻ جواب ڏنائون ته جيڪڏهن خرچ ڪري ته پير کي ٻڌائڻ گهرجي.

٧٢- پڇيم ته بعضي ڪي ماڻهو دنياوي غرض لاءِ فقيرن کان دعائون گهرن ٿا ۽ فقير انهن کي ڪن ٿا ته اهو ڪهڙي طرح آهي؟ جواب ڏنائون ته "اهي خدا سان جنگ ڪن ٿا. خدا تعاليٰ جي مرضي هڪ آهي ته هو ٻي لاءِ چاهين ٿا." ان کان پوءِ هي نقل فرمايائون ته حضرت موسيٰ ڪليم الله جو هڪ دفعه هڪ جڳهه تان گذر ٿيو. پاڻ هڪ جوڳي فقير کي ڏٺائون، جنهن نانگ کي جهلڻ لاءِ مرلي پئي وڄائي، پر نانگ ٻر کان نٿي نڪتو. آخرڪار تنگ ٿي مرلي اڇلي الله تعاليٰ کان دعا گهريائين جا پڻ قبول نه ٿي. حضرت موسيٰ کي جوڳي تي رحم

آيو ۽ خدا تعالىٰ جي دربار ۾ عرض ڪيائين ته هن ويچاري جي دعا ڇو نٿي قبول پوي. خدا جو فرمان آيو ته هنڪي دعا گهرڻ نه ڪپي ۽ انهي دعا ۾ سندس نقصان آهي. پر جوڳي نه سمجهيو ۽ حضرت ڪليم الله کي مجبور ڪيائين ته خدا تعاليٰ کان دعا گهرو ته منهنجو مقصد پورو ٿئي. آخرڪار حضرت موسيٰ دعا گهري جا قبول ٿي ۽ نانگ ٻاهر نڪري آيو. جوڳي جيئن ان جي جهلڻ لاءِ اڳتي وڌيو، تيئن نانگ کيس چڪ پاتو ۽ جوڳي مٿان ٿي هيٺ ڪريو ۽ سندس ساهه نڪري ويو ۽ سندس سامان وغيره اتيئي پيو رهيو. اهو حال آهي بيوقوفن ۽ اڻڄاڻن جي دعا جو. انهن جي دعا گهرڻ گويا خدا تي حڪم هلائڻو آهي. (معاذالله)

٧٣- هڪ ڏينهن سندن حضور ۾ حاضر هوس ته هڪ شخص آيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! اسان جي ڳوٺ ۾ بيماري پئجي ويئي آهي. دعا ڪرڻ فرمايو. پاڻ ڇيائون ته اسين الله تعاليٰ سان دنگئي نه آهيون جو چئون ته هن کان اڳتي اسان جي حد آهي ۽ نه الله تعاليٰ سان اسان جي مٽي مائٽي آهي. جو ان سان حجت ڪريون جيڪي به ڪري سو سندس وس ۽ اختيار ۾ آهي.

٧٤- هڪ ڏينهن عرض ڪيم ته خلق جي رجوعات، سالڪ جي طرف ڇو ٿي ٿئي؟ فرمايائون ته سڀ شيون

جن ۾ انسان پڻ اچي وڃن ٿا، سالڪ جي طرف رجوع ڪن ٿيون، ليڪن سالڪ کي گهڙي به هو سڀني شين کان منهن موڙي ۽ حق جي طرف متوجهه رهي.

”سر مقصود را مراقبه ڪُن، نفس اوقات را محاسبه ڪن“ (٤٦)

انهي تي نقل فرمايائون ته ڪنهن شهر ۾ هڪ درويش رهندو هو. خلق جي رجوعات ڪري سندس مشغولي ۾ رخنو پوندو هو. خلق کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ، هن انهي شهر جي حاڪم جي چوري ڪرڻ جو ارادو ڪيو. هڪ ڏينهن صبح جو بادشاهه جي سيري وڃڻ شروع ڪيائين، ڪڙمين کيس پڪڙي، حاڪم آڏو پيش ڪيو. ڪڙمين چيو ته هي فقير هميشه اهڙي طرح چوري پيو ڪري لڪندو آهي. درويش پڻ انهي ڳالهه جو اقرار ڪيو. حاڪم هن لاءِ گڏهه تي چاڙهي، منهن ڪارو ڪري، شهر مان گهمائڻ جي سزا تجويز ڪئي، سزا کي عملي جامو پهرايو ويو ۽ اهڙي طرح فقير آزاد ٿي ويو ۽ ڪوبه ماڻهو هن وٽ وڃڻ نه لڳو. اهڙي طرح هميشه لاءِ خلق جي رجوعات کان ڇٽي پيو. پيو نقل پڻ فرمايائون ته ڪو درويش پنهنجي جاءِ تي ويٺو هو. ماڻهن جي رجوعات ته ايتري هئي جو کيس خدا تعاليٰ سان مشغولي جو وقت به نٿي مليو. پنهن جي پير کي ان بابت عرض ڪيائين، پير جواب ڏنو ته شاهوڪارن

ڪان قرض گهر ۽ غريب ضرورتمندن کي قرض ڏي.
جڏهين ائين ڪيائين، تڏهين ماڻهن جي اچ وڃ ڪان
ڇُٽي پيو. شاهوڪار قرض ڏيڻ جي خوف ڪان وٽس
نہ ويا ۽ غريب قرض جي ادائگي تہ ڪرڻ ڪري
وٽس نہ ويا ۽ درويش رجوعات ڪان ڇُٽي ويو.
٧٥- هڪ پيري محمد مراد ڪلهوڙي جي وقت ۾، ملڪ
۾ اچي ڏڪار پيو ۽ مون ان وقت غلام نوهاڻي
جي ڳوٺ گذران پئي ڪيو، بروچ چوري ڪري
جو مال آندو ٿي، تنهن کي ذبح ڪري مون کان
اڌارا ٽانءُ وٺي ان ۾ پئي ڪم آندائون. مون کي
اهو ڏاڍو ڏکيو لڳو ۽ مرشد ڪريمن وٽ ويس.
منهنجي مرضي ٿي تہ حضرت جن کان رخصت
وٺي، پئي ڪنهن هنڌ وڃي ويهان. جڏهن اهڙو اظهار
ڪيم. تڏهين صلاح ڏنائون تہ انهي ساڳئي جڳهہ
تي ئي رهہ. جڏهن ڏڪار جو وقت گذري ويو تہ
مون کان پڇيائون تہ "توهان هاڻي ڪٿي ٿا گذاريو؟"
عرض ڪيم تہ قبلا! ساڳئي جڳهہ تي، يعني نوهاڻين
جي ڳوٺ ۾. پاڻ فرمايائون تہ "هاڻي توکي اجازت
آهي، ڀلي وڃي ٻئي هنڌ رهہ." عرض ڪيم تہ
انهي ۾ ڪهڙي حڪمت هئي؟ جواب ۾ فرمايائون
تہ جڏهين اِنهي وقت ۾ اُتان لڏي وڃي صالح
ماڻهن وٽ رهين ها تہ اُهي تنهنجي خدمت ڪرڻ
جي ڪوشش ڪن ها ۽ تنهنجي توڪل ۾ خلل

ڀڄي وڃي ها آهي بلوچ ماڻهو تن جي طرف
انهي لاءِ لاڙو رکندڙ هئا جو توهان حرام کان پڳل
آهيو، جيتوڻيڪ فاقي ۾ به ڪو وقت گذريو ته.
ليڪن خدا کان سواءِ ٻئي ڪنهن طرف لاڙو نٿي
رکيو. انهي مان معلوم ڪيم ته فاقي ڪشي جا گهڻي
وقت کان پئي ڪڍير سا ڪين معلوم پئي ٿئي ۽ اهڙو
اشارو ڏئي فرمايائون.

- تمت بالخير -

# سمجهاڻي

(١) هن جو مطلب آهي ته "مون جيڪي به سخن پنهنجي ڪامل مرشد کان ٻڌا آهن، انهن کي لکڻ وقت ڪو به وڌاءُ نه ڪيو آهي. جيئن به پاڻ فرمايائون، تيئن تحقيق هتي لکيل آهي.

(٢) مشغولي مان مراد، ذڪر ۽ فڪر جو مراقبو آهي.

(٣) تون جنهن به جاءِ تي هجين پاڻ سان گڏ خدا کي سمجهه.

(٤) ذڪر ڪر، ذڪر ئي تنهنجي زندگي آهي. دل جي پاڪيزگي جو مدار رحمان جي ذڪر تي آهي.

(٥) "گلا" جيئن ته ڪبيرو گناه آهي. ڪبيري گناه جو دل ۾ پيدا ٿيڻ به ٻُرو آهي، تنهنڪري پاڻ حضرت خواجه صاحب جن انهيءَ کان پري رهڻ جي تلقين فرمائي آهي.

(٦) جيئن نئون صبح ٿئي ٿو، تيئن هر ڪنهن کي جڳائي ته گذريل ڏينهن جي گناهن کان توبه ڪري.

(٧) مهوسي لفظ جو مطلب آهي ته اهو ماڻهن جنهن کي 'هوس' لالچ گهڻي هجي. چاڪاڻ ته دولت گڏ ڪرڻ ڪري لالچ وڌي ٿي، ايتري قدر جو انسان، احڪام

الاهي کي چڏڻ لاءِ آماده ٿـي وڃي ٿـو. تنهنڪري پاڻ ڪيميا کي ناپسند قرار ڏنائون.

(٨) هي قرآن پاڪ جي سيپاره ٢٣ ۾ سورة (ص) جي ٢٧ آيت آهي. هنجو مطلب آهي تہ ”اسان زمين، آسمانن ۽ جيڪو ڪجهہ انهن جـي وچ ۾ آهـي، تنهن کي بيڪار پيدا نہ ڪيو آهي.“

(٩) حديث پاڪ آهي تہ ”عورتون، شيطان جون رسيون آهن“ مطلب آهـي تـہ شيطان اڪثر گناهہ، عورتن جي معرفت ڪرائي ٿو. جن جي معرفت گناه سرزد ٿئي ٿو. لازمي طور تہ آهي پاڻ ۾ پنڪيل هونديون تنهنڪري گويا عورتون گمراه ڪندڙ آهن.

(١٠) هي قرآن پاڪ جي سيپاره ٢٣ ۾ سوره زمر جي ٢٢ آيت آهـي. هنجي معنيٰ آهـي تـہ ”پـوءِ جنهن شخص جو سينو اسان اسلام لاءِ کوليو آهي تہ اهو پنهنجي رب جي هدايت ئي آهي.“

(١١) سوره البقره جي ١٥٢ آيت آهي. سيپاره ٢ ۽ رڪوع ٣ آهي. هنجي معنيٰ آهي ”توهان مونکي ياد ڪريو تہ آءٌ اوهانکي ياد ڪريان، منهنجو شڪر ادا ڪريو.“

(١٢) فقير لفظ ۾ ’ف‘ مان مراد ’فقر‘، ’ق‘ مان مراد ’قناعت‘، ’ي‘ مان مراد ياري ڪرڻ يعني ٻئي جي مدد ڪرڻ ۽ ’ر‘ مـان مـراد رياضت يعنہ عبادت آهي. مطلب تہ فقير اهو آهي جنهن ۾ ’فقر‘، ’قناعت‘ ’مـدد ڪرڻ‘ ۽ ’عبادت ڪرڻ‘ جـون خصوصيتون

هجن. حضرت بشر حافي رضه جن وٽ فقيرن جا ٽي درجا آهن. ١- جي نه خود سوال ڪن ٿا ۽ نه ڪنهن جي ڏيڻ تي ڪجهه وٺن ٿا. اهڙن فقيرن جي جاءِ 'اعلي عليين' آهي. ٢- هن ۾ اهي شامل آهن جي خود ته ڪوبه سوال نٿا ڪن، پر جيڪڏهين ڪو ڏي ٿو ته ان کي قبول ڪن ٿا. هنن جو مقام 'فردوس' ۾ 'مقربين' سان گڏ ٿيندو. آخري درجي ۾ اهي فقير اچي وڃن ٿا جي صرف ايتري طلب ڪن ٿا جيتري کين گهرج ۽ ضرورت آهي.
حضرت ابراهيم رحه ارهم، حضرت شفيق رحه کان پڇيو ته ''توهان جي شهر جي 'فقيرن' جو ڪهڙو حال آهي؟'' چيائون ته انهن کي جڏهين ڪجهه ملي ٿو ته خدا جو شڪر ڪن ٿا ۽ جيڪڏهن کين ڪابه شيءِ نٿي ملي ته صبر ڪن ٿا.'' حضرت ابراهيم رحه فرمايو ته بلخ جا ڪتا به انهي حال ۾ آهن، اها ته ڪا خاص ڳالهه نه آهي.'' تڏهن حضرت شفيق رحه، سندن شهر جي فقيرن جو حال پڇيو ته پاڻ جواب ڏنائون ته اسان جي فقيرن کي جڏهين نٿو ملي تڏهين شڪر ڪن ٿا ۽ جڏهين کين ڪجهه ملي ته هڪدم خيرات ڪري ٿا ڇڏين، حضرت شفيق رحه فرمايو ته واقعي حقيقت اها آهي. فقير ۾ 'فقر' جي خصوصيت جو هجڻ بلڪل ضروري آهي جنهن جو مطلب ڪيترن بزرگن پنهنجن اقوالن ۾

سمجهايو آهي. جنهن جو لب لباب اهو آهي ته انسان سمجهي ته مون وٽ ڪجهه به نه آهي. هن دنيا ۾ ڪابه شيءِ منهنجي اختيار ۾ نه آهي. الغرض ته 'فقيري' تمام اعليٰ شيءِ آهي. جنهن کي خدا نصيب ڪري.

(١٣) هن مان مراد اهو ماڻهو آهي، جنهن شريعت ۾ ڪا نئين ڳالهه داخل ڪئي هجي، جنهنجو اڳ ۾ ڪو وجود نه هجي ۽ جا قرآن ۽ حديث جي خلاف هجي.

(١٤) حضرت شيخ محمد قدس سره، حضرت مخدوم آدم رحه جي فرزند مخدوم محمد اشرف رحه جا صاحبزادا هئا. چاڪاڻ ته پاڻ بيحد فياض ۽ سخي هئا ۽ مسڪينن تي غير معمولي شفقت فرمائيندا هئا، انهي لاءِ پاڻ 'ابوالمساڪين' جي لقب سان مشهور ٿيا. حضرت ابوالمساڪين رحه جو طريقت ۾ شيخ، حضرت ابوالقاسم رحه هو. پاڻ دهلي ۾ حضرت خواجه محمد زبير رحه جي خدمت ۾ حاضر ٿيا هئا جو حضرت محمد، نقشبند ثاني جو ڏوهٽو هو ۽ اتي جي رشد و هدايت جي مسند تي ويٺل هئا ۽ سندن حيثيت ايتري ته اعليٰ هوندي هئي، جو وقت جا بادشاه سندن زيارت کي سعادت سمجهندا هئا. هڪ ڏينهن حضرت ابوالمساڪين رحه، حضرت خواجه محمد زبير رحه جي خدمت ۾ حاضر هئا ته سندن خانقاه ويجهو وقت جي بادشاه جي سواري اچي لنگهي، ماڻهو خانقاه

جي پٺ تي ويهي سواري جو نظارو ڏسڻ لڳا، خانقاه جي بعض درويشن جي دل ۾ به سواري کي ڏسڻ جو ارادو پيدا ٿيو. پاڻ فقيرن جي مرضي کي معلوم ڪندي اجازت ڏنائون ته جو به بادشاه جي سواري ڏسڻ چاهي، سو ڀلي وڃي، ته سڀ فقير حضرت ابوالمساڪين رحه کان سواءِ اٿي هليا ويا. حضرت خواجه محمد زبير رحه کين فرمايو ته توهان سنڌ جا رهاڪو آهيو توهان بادشاه جي سواري اڳي ڪانه ڏٺي هوندي تنهنڪري وڃو ۽ ڏسي وٺو. پاڻ چيائون ته "آءٌ جنهن بادشاه وٽ آيو آهيان، تنهن وٽ وينو آهيان سو ٻاهرين دنيا واري بادشاه کان وڌيڪ آهي ۽ مونکي توهان کان سواءِ ٻي ڪنهن کي به ڏسڻ جي ضرورت نه آهي." حضرت ابوالمساڪين جو بيان آهي ته پاڻ منهنجي انهي جواب تي ايتريقدر ته خوش ٿيا، جو منهنجي حال تي اهڙي ته توجه فرمايائون جو جيڪڏهين آءٌ ڏهه سال عبادت ڪريان ها ته به شيخ جي نظر معرفت کي انهي درجي تي حاصل ڪري نه سگهان ها ۽ پوءِ مونکي خلافت کان به سرفراز فرمايائون."

حضرت ابوالمساڪين رح اتان حج لاءِ روانه ٿيا ۽ پوءِ پنهنجي اهل و عيال سان رهڻ لڳا. ڪجه مدت کان پوءِ حضرت خواجه محمد زمان رح کي پنهنجي مسند تي ويهاري حرمين شريف روانه ٿيا. جتي سنه

۱۱۴۹ هجري ۾ 'اسهال' جي ڪري وفات ڪيائون
۽ جنت المعليٰ ۾ مدفون ٿيا، بعض روايتن ۾ سندن
مزار مبارڪ ام المؤمنين حضرت خديجة الڪبريٰ رضه
جي هجري جي دروازي جي سڄي طرف واقع آهي.

(١٥) ٻئي شخص مان مراد حضرت خواجه محمد زمان رحه
جن آهن. جن کي حضرت ابوالمساڪين رحه حج تي
وڃڻ وقت پنهنجي مسند تي ويهاري ويا هئا.

(١٦) اهي پير صاحب جي تصوف ۾ چشتي طريقي جا
قائل آهن. چشتي طريقي جو مختصر احوال مقدمه
۾ لکيو ويو آهي.

(١٧) حضرت بايزيد بسطامي رحه جو لقب سلطان العارفين
آهي. هي بزرگ، رب عز و جل جي اڪابر مشائخن
مان آهي. پاڻ حقيقت جي اسرار جا ماهر هئا هميشه
قرب الاهي جي منزل تي رهندا هئا. حضرت نبي
صلي الله عليه وسلم جي حديثن متعلق سندن روايتون
نهايت اعليٰ آهن. حضرت جنيد بغدادي رحه فرمائين
ٿا ته "سندن ذات بابرڪات اسان ۾ ائين آهي، جيئن
حضرت جبرئيل عليه السلام فرشتن ۾ آهي." هڪ
ڏينهن پاڻ امام جعفر صادق رحه جي خدمت ۾ ويٺا
هئا حضرت امام صاحب فرمايو ته "بايزيد! ڪٻٽ
مان ڪتاب ته ڪڍي ڏيو." پاڻ فرمايائون ته "ڪهڙي
ڪٻٽ مان؟" امام صاحب چيو ته "تون عرصي

ڪان هتي رهين ٿو ۽ توکي اڃا تائين ڪپڻ جي به خبر نه آهي؟ پاڻ عرض ڪيائون ته مونکي انهي سان ڪهڙو واسطو؟ ته جو توهان جي موجود گي ۾ پنهنجو مٿو مٿي ڪٽان. حضرت امام صاحب فرمايو ته ”جيڪڏهين اهڙو معاملو آهي ته پوءِ بسطام واپس وڃو تنهنجو ڪم ختم ٿي ويو آهي.“ روايت آهي ته هڪ دفعي ماڻهن عرض ڪيو ته فلاڻي جڳهه تي هڪ بزرگ آهي. پاڻ زيارت لاءِ روانا ٿيا. اتفاقاً هن قبله شريف ڏي منهن ڪري ٿڪيو، هي حال ڏسي پاڻ فورا واپس روانا ٿيا ۽ فرمايائون ته ”جيڪڏهين هي شخص ذري جيتري به طريقت ڄاڻندو هجي ها ته شريعت جي خلاف عمل نه ڪري ها.

پاڻ فرمائين ٿا ته ”آئون ٻارنهن سال جهنگ ۾ پنهنجي نفس جي حق ۾ لوهه بڻيو رهيس، نفس کي رياضت جي ڪوري ۾ وجهي، مجاهدي جي باهه سان گرم ڪري، ملامت جي مطرقي سان ڪٽيندو رهيس. آخرڪار انهي کي آئينو ناهي ورتم. پنج سال آئيني ناهڻ ۾ لڳي ويا. طرح طرح جي عبادت ۽ رياضت سان هن آئينه کي صيقل بنايم. پوءِ هڪ سال هنکي ’آئينه اغيار‘ جي نظر سان ڏٺم، پوءِ هنکي غرور، اطاعت جي پروسي ۽ عمل جي خود پسندي ۾ مبتلا ڏٺم. پنج سال وري ڪوشش ڪيم پوءِ ڏٺم ته مرده

آهي. چنانچه چار تڪبيرون جنازي جون پڙهي فارغ ٿيس."

(١٨) هي قرآن پاڪ جي سيپاره ١٩ ۾ سورة فرقان جي آيت آهي هنجي معني آهي ته "۽ اهڙي طرح سان هر نبي لاءِ انجا مخالف پيدا ڪيا." گويا حق جي هميشه مخالف ٿيندي رهي آهي.

(١٩) فارسي جو مشهور مقولو ته جنهن کي خدا پسند ڪري ٿو انکي ٻي ڪنهن جي اگهيان، سواءِ پنهنجي محبت تي ڪري.

(٢٠) هي مشڪواة جي حديث آهي ته "مومن غيرت وارو آهي. آءٌ به (پيغمبر صلعم) غيرت وارو آهيان ۽ الله تعاليٰ مونکان به وڌيڪ غيرت وارو آهي."

(٢١) عارفن جو مقولو ته:- "هن وات ۾ عقل کي ڪيتريون ئي مشڪلاتون آهن. عارفن وٽ خدا کان سواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ کي ڪا حقيقت نه آهي." گويا هنن جو مقصود صرف الله پاڪ ئي آهي.

(٢٢) قرآن پاڪ جي ٢٨ سيپاره ۾ سورة منافقون جي آيت نمبر ٩ ڏي اشارو آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

ياايها الذين آمنوا لاتلهكم اموالكم ولا اولادكم عن ذكر الله ومن يفعل ذالك فاولائك هم الخسرون.

يعني "اي ايمان وارو توهانجو مال توهانجو اولاد توهانکي الله جي ياد کان غافل نه ڪري ڇو ته جيڪي غافل ٿيا سي خساري ۾ آهن."

(٢٣) هي قرآن پاڪ جي پاره ٢٧ ۾ سورة النجم جي آيت نمبر ١٣٩ آهي جنهنجو ترجمو آهي ”انسان کي ڪوشش کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ مليل نہ آهي.“

(٢٤) قرآن پاڪ جي سيپاره ٢٩ ۾ سورة معارج جي ٥ آيت آهي تہ ”پوءِ صبر ڪريو ۽ بهترين صبر٥“

(٢٥) هنجو مطلب آهي تہ ”شڪايت کان سواءِ صبر ڪريو تہ تون بهتر ٿئين، اي دوست ڪنهن جي اڳيان بہ شڪايت نہ ڪر.“

(٢٦) نقشبندي جي سلسلہ لاءِ ڏسو مقدمہ جو آخر.

(٢٧) يعني پاڻ حضرت خواجہ محمدزمان قدس سره جن.

(٢٨) قرآن پاڪ جي سيپاره ٧ ۾ سورة انعام جي ١١ نمبر آيت تہ ”قل سيروا في الارض ثم انظروا كيف كان عاقبة المكذبين٥ (چئو تہ زمين ۾ سير ڪريو ۽ ڏسو تہ انڪار ڪندڙن جي پڇاڙي ڪيئن ٿي.)

(٢٩) قرآن پاڪ جي سيپاره ٢٢ ۾ سورة احزاب جي ٢٧ آيت، پوري آيت هن طرح آهي ”انا عرضنا الامانة على السمٰوات والارض والجبال فابين ان يحملنها واشفقن منها وحملها الانسان انه كان جهولا٥ يعني ”اسان آسمانن ۽ زمينن ۽ جبلن کي پنهنجي امانت پيش ڪئي پوءِ سڀني هن کي کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ هن امانت کان ڊڄي ويا ۽ انسان هنکي قبول ڪيو ۽ تحقيق هي بي خوف ۽ نادان هو.“

(٣٠) اهي پنج جواهر عالم جا هي آهن. ١- قلب ٢- روح ٣- سري ٤- خفي ۽ ٥- اخفي. هنن جي سمجهاڻي مقدمه ۾ ڪئي ويئي آهي.

(٣١) تهجد جو وقت اڌي رات کان پوءِ ۽ پرهه ڦٽڻ کان اڳ ۾ ٿيندو آهي. چاڪاڻ ته هي وقت نهايت سڪون جو هوندو آهي. پوري دنيا وارا مٺي ننڊ ۾ ستل هوندا آهن تنهنڪري هن وقت ۾ خدا تعاليٰ جي عبادت، نهايت عمده طريقي سان ٿئي ٿي جنهن لاءِ هن وقت جي گهڻي فضيلت آهي. عارف ته هن وقت تي خصوصي توجه ڏين ٿا.

(٣٢) سج اڀرڻ کان پوءِ تقريباً ٢٠ منٽن بعد هن نماز جو وقت شروع ٿئي ٿو. عام طور تي ٤ رڪعتون نفل ادا ڪيون وينديون آهن. الله وارا هن نماز جو خصوصي طور تي اهتمام ڪندا رهن ٿا.

(٣٣) شيخ آدم بنوري رحه:- حضرت مجدد الف ثاني رحه جي خليفن جو سلسلو ڪافي وڏو آهي. ليڪن انهن ۾ حضرت شيخ آدم بنوري رحه ۽ خواجه محمد معصوم رحه خاص طور تي قابل ذڪر آهن. شيخ آدم رح اول بادشاهي لشڪر ۾ ملازم هو. پر پوءِ هڪ واقع کان متاثر ٿي ملازمت کي ترڪ ڪري پهريائين حضرت حاجي خضر رحه ۽ پوءِ حضرت مجدد الف ثاني رحه جي خدمت ۾ حاضر ٿي نعمت باطني کان فيضياب ٿيا شروع ۾ بلڪل اڻ پڙهيل هو ليڪن جذب شوق

۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيو ۽ علوم ظاهري بہ حاصل ڪيو ۽ پوءِ پنهنجي باطني توڙي ظاهري علم ذريعي هڪ عالم کي سيراب ڪيو.

سنہ ١٠٥٢ هجري ۾ پاڻ لاهور آيا. بعض مخالف ماڻهن، وقت جي مغل بادشاه شاهجهان کي وڃي ٻڌايو تہ شيخ وٽ هيترا مريد آهن جيڪڏهين هو چاهي تہ حڪومت ۾ بغاوت ڪري سگهي ٿو. شاهجهان، پنهنجي وزير اعظم نواب سعدالله خان ۽ ملا عبدالحڪيم سيالڪوٽي کي حالات جي تحقيق لاءِ موڪليو. پاڻ انهن سان نهايت سرد مهري سان پيش آيا. دير تائين ساڻن نہ مليا ۽ جڏهين مليا، تڏهين بي رخي سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. انهن واپس وڃي سڀ حالات بادشاه کي وڃي ٻڌايا ۽ چيو تہ بي شمار پٺاڻ ساڻن گڏ آهن. ممڪن آهي تہ ڪو فتنہ پيش اچي. چنانچہ بادشاه، شيخ کي حج تي روانہ ڪرڻ جو حڪم ڪيو. شيخ صاحب رحہ تہ ڀريائين اٿين پئي چاهيو وڏي خوشي سان هن حڪم جي تعميل ڪئي ۽ اتيئي مدينہ منوره ۾ سندن انتقال ٿيو. شيخ صاحب رحہ تہ حج هليا ويا ليڪن پاڻ جيڪي فيض جا سرچشما لڳايا هئا تن جو فيض جاري هو. شاه ولي الله محدث دهلوي جو والد هنجي هڪ خليفي حافظ سيد عبدالله رحہ جو مريد هو. شاه ولي الله پنهنجي ڪتاب ”النفاس العارفين“ ۾

شيخ آدم رحم جا ڪيترائي واقعا لکيا آهن ۽ سندن تعريف ڪئي آهي.

٣٤- لطيفن جو مفهوم جي وضاحت مقدمہ ۾ ڪئي ويئي آهي جا اتان ڏسڻ گهرجي.

٣٥- هن جو مطلب آهي تہ ”بيشڪ آهي ئي الله جا دوست آهن جيڪي پرهيز گار آهن.

٣٦- هن جي معني آهي ”اي مرد تون سڄي ڳالهہ ٻڌ، تہ هن مان ظاهر جي ڪاٻہ غرض ڪانهي؛ اوليائن جو عمل قرآن ۽ حديث مطابق آهي، ۽ جنهن بہ شخص جو انهيءَ مطابق عمل نہ آيو آهي سوخبيث آهي.“

٣٧- شاهہ قلندر رحہ:- هن مان مراد غالبا شيخ شرف الدين بوعلي قلندر آهن. جي پاڻي پت ۾ رهندا هئا. سندن شمار مشهور مجذوب اوليائن ۾ ٿئي ٿو. چيو وڃي ٿو تہ شروع ۾ علم حاصل ڪيائون ۽ پوءِ مجاهده رياضت جو طريقو اختيار ڪيو. ۽ آخرڪار مجذوب ٿي ويا، ۽ پنهنجا سڀ ڪتاب دريا ۾ اڇلائي ڇڏيائون. سندن هڪ مڪتوب مشهور آهي. جو عشق ۽ محبت جي زبان ۾ توحيد، ترڪ دنيا، طلب آخرت ۽ محبت موليٰ جي معرفت ۽ حقيقت سان لبريز آهي، ۽ اختيارالدين جي نالي لکيل آهي. سندن هڪ رسالو عام ۾ مشهور آهي. جنهن کي ”حڪم نامہ شيخ شرف الدين“ چون ٿا. سندن روضو مبارڪ ’پاڻي پت‘ جي پر فضا مقام-تي پُر فيض حالت ۾ واقع آهي.

انهيءَ جاءِ تي هڪ ٻي بہ قبر آهي جا ان جي محبوب ۽ مريد مبارڪ خان جي ٻڌائي وڃي ٿي. رحمة الله عليهما.

٣٨- هن جي معنيٰ آهي تہ "انهيءَ جاءِ تي وار ڪان بہ وڌيڪ سنهـا نڪتا آهـن صرف مٿي ڪوڙائـڻ سان ماڻهو قلندر نٿو ٿئي.

٣٩- جلالي مان مراد، حضرت سيد جلال الدين بخاري رحہ بمعروف مخدوم جهانيان جهان گشت رحہ جا پوئلڳ آهن.

٤٠- هن جو پورو پورو نالو سيد جلال الدين هو. پاڻ مخدوم جهانيان، جهان گشت جي لقب سان اوليائن جي تاريخ ۾ مشهور آهن. سندس نسب جو سلسلو هن ريت آهي. سيد جلال بن ابي المويد، بن علي بن محمود بن احمد عبدالله بن علي اصغر بن عبدالله جعفر بن امام علي تقي رحہ آهن. سندن پيدائش سنہ ١١٩٦ هجري تي پاڻ ملتان ۾ حضرت بهاءُالدين ذڪريا ملتاني کان بيعت ورتي. مجاهدن ۽ رياضتن کان پوءِ خرقہ خلافت حاصل ڪيو. سندن عظمت ۽ بزرگي جي نسبت سفينتہ الاوليا ۾ ٢١ صفحي تي هن طرح لکيل آهي تہ: "از بزرگان صحيح است، جليل القدر وجامع علوم ظاهر و باطن بودند". سندن رهائش بکر سند ۾ هئي پر پوءِ عزيزن جي رشڪ ۽ حسد جي بنا تي بکر ڇڏڻ تي مجبور ٿيا ۽ ١٢٤٤ هہ ۾ آچ آيا. سندن ڪوشش سان ڪيترن

قبيلن اسلام قبول ڪيو، پاڻ ٩٥ سالن جي عمر ۾ سنہ ١٢٩١ ھ ۾ اُچ ۾ وفات پاتائون، ۽ اتي ئي سندن مزار مبارڪ آهي.

٤١- شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحہ ولد سيد حبيب شاھ سنہ ١٦٨٩ھ هالا تعلقي جي ڳوٺ هالا حويلي ۾ تولد ٿيا. ابتدا کان ئي وٽني علم و عرفان، سلوڪ ۽ معرفت جو نور سندن چهري تي ظاهر هو. ڇهو وڃي ٿو تہ ڪجھ ڏينهن مٿن عشق مجازي جو غلبو رهيو. جنهنڪري پاڻ جوڳين ۽ سنياسين سان گڏ صحرا نوردي ڪندا رهيا آخر اهو ئي عشق مجازي، عشق حقيقي جو رهبر بڻيو، ۽ دل انوار الاهي کان روشن ٿي ويو. پاڻ صحرانوردي کي ڇڏي ڪراڙ ڍنڍ جي ڀر ۾ هڪ واري جي دڙي تي سڪونت اختيار ڪئي، جتي ياد الاهي ۾ مصروف رهيا. هتي ٦٣ سالن جي عمر ۾ سنہ ١٧٥٢ع ۾ واصل الي الله ٿيا. سندن وفات جي تاريخ ”شد محو مراقبہ جسم لطيف پاڪ“ مصرع مان نڪري ٿي. سندن رسالو سنڌي عوامي زبان ۾ هڪ بي بها شاهڪار آهي.

هتي خلق ڇڏي ڏيڻ مان مطلب ساز و سرود کي ترڪ ڪرڻ آهي. جيئن ٻين روايتن ۾ اچي ٿو: شاھ صاحب، شاعري کي ڇڏي نہ سگهيو. جنهنڪري سندس طلب جي تڪميل ٿي نہ سگهي.

٤٢- ’پنهنجي مٿي کي مراقبي جي قصد ۾ رک، پنهنجي نفس جو وقت بوقت محاسبو ڪندو رهہ“.